# حال پريان نال

صدارتي ايوارڊ يافته (2014)

عبدالرحيم عزمي

مهراڻ سائنس پبليڪيشن ڪراچي

# حمد باري تعاليٰ

1

منڙي منڙي ڪلمي جي ڪر - مومن تون بہ تنوار

لا اله الا الله

☆ سمجهڻ وارا سمجهن ٿا چا ٻولين ٿا ٻانيرا
پنهنجي پنهنجي ٻوليءَ ۾ چا ڳالهائن ٿا ڳيرا
بلبل باغ ۾ شور مچايو ڪوئل ڪي ڪوڪار

لا اله الا الله

☆ جاڳي اسانکي جاڳائن ٿا باز بہ ڪن ٿا هُو هُو
ڪانگ ڪبوتر ڪمريون ڪونجون قاز بہ ڪن ٿا هُو هُو
چاھ منجهاران چانھ پکين ۾ چيهن ڪي چونگار

لا اله الا الله

☆ ياد ويٺا ڪن يار حقيقي مور ۾ ڍيلون مينا
هنجھ چڪور بہ الله هُو چئي ٺارين ٿا پنهنجا سينا
تتر تلور بہ تات انهي ۾ جهرڪين ڪي جهونگار

لا اله الا الله

☆ طوطن ڪي ٻي تانگھ اها ئي ڪير بہ غافل ڪونهي
اي انسان ادا چو تنهنجو نالو ئي داخل ڪونهي
تسبيح ڪن سُرخاب پکي ۾ هھڙن ڪي هونگار

لا اله الا الله

☆ ڪھڙا ڪھڙا نانوَ ڳڻيندين عزمي قلم ڦٽي ڪر
جانب ڪي ڏئي جايون جيءَ ۾ دل تان دُور مٽي ڪر
هر هڪ شيءِ ڪي هر دم هوندي آھ اها گفتار

لا اله الا الله

2

## حمد باري تعاليٰ

رب سائينءَ کي سار
ادا ذڪر نہ وسار
الله هُو الله هُو الله هُو الله

☆ پکي پنهنجي ٻولي ۾ رب ياد ڪن ٿا
وڻ وڻ جي مٿان ويهي سڀ ياد ڪن ٿا
پڌ ٻولي مزيدار – ادا ذڪر نہ وسار

☆ ڏسين جانور جيڪي بہ تو بي زبانا
ٿين روز روزيءَ لءِ پوءِ ٿا روانا
پهريان هُو هُو جي ڪن ڪار– ادا ذڪر نہ وسار

☆ جٺو جيت ٻيي پنهنجي رب کي سنڀالي
هر چيز اڄ ٻيي آ بندگيءَ حوالي
رڳو بندا تون بيڪار – ادا ذڪر نہ وسار

☆ سج چنڊ تارا بہ نتا ڪن ڪوتاهي
وقت تي اجالو آ وقت تي اونداهي
ٿورو مٿي بہ نهار – ادا ذڪر نہ وسار

☆ نہ تو پنهنجي سائينءَ کي عزمي سنڀارين
رڳو نفس جي ويٺو غلاميءَ ۾ گهارين
نفس نياڳي کي ماڙ – ادا ذڪر نہ وسار

ح

## حمد (سرائکي)

خدا دا نام گھنو
لا اله الا اللہ

☆ نہ ملدا قربِ خدا اھین ذکر باجھون
ایجھا انعام گھنو - لا اله الا الله

☆ نبي دي پیروي خود خدا دي پیروي ھے
نہ بیا نظام گھنو - لا اله الا الله

☆ سھٹي عمل کرکي مني محمد کون
جنت دا جام گھنو - لا اله الا الله

☆ خدا دي ذات پُچي تیڈي رضا کیا ھے
ایجھا مقام گھنو - لا اله الا الله

☆ نہ نفس دا گھوڑا چڑیا رکین عزمي
اھندا لغام گھنو- لا اله الا الله

## حمد باري تعاليٰ

ڏٺي ڏُر ڇڏيندين ته چارو نه آهي
سِوا تنهنجي سائين سهارو نه آهي

☆ عمل هي اسانجا ڏسين ۽ پسين ٿو
رسيو ٿو ته روزي نه ڪنهن کان کسين ٿو
رزق بي حساب آ اُڌارو نه آهي

☆ صنم پيو پڪاري جو سانجهي سويري
صمد چئي ڏنائين يلي هڪڙي پيري
انهيءَ کان به تو کيو ڪنارو نه آهي

☆ ۽ لبيڪ عبدي جو آواز تو کيو
ملائڪ منجهي ويا انهن عرضڙو کيو
تنهنجي ذات کي مجڻ وارو نه آهي

☆ تو فرمان جاري کيو منهنجا سائين
ڪئين سال بيهي بتن کي سڏيائين
مگر ڪنهن به ميٽيو مونجهارو نه آهي

☆ نه آزار کان جي کيان مان به آجو
ته بوتي ۽ مون ۾ رهي فرق ڇا جو
هتي سڏ ڪنهين جو نڪارو نه آهي

☆ پريو پيو آ تنهنجو خدايا خزانو
مان جهڙو کي تهڙو آهيان تنهنجو ٻانهو
ڪو عزميءَ جو ربّ جدارو نه آهي

# مناجات

ڏٽي لڄپال اسان جا
نہ ڏس ھي حال اسان جا
صدقي پيغمبر جي ڪر پار
شاھِ مدينا ڏي نھار

☆

باري تنھنجي ذات جو سڏ آ - ڏاڍو ڏکيو سڪرات جو سڏ آ
ڪجاڻ سڪراتڙي سولي - جھلي ھٿڙن ۾ جھولي
گھرندو رھان تو دعا ھر بار

☆

قبر بہ ڪاري ٻات ٻجھي تي - جنھن ۾ سوڙھي سامي سجھي تي
پڇاڻي مھل اسان تي - ڪا آٽي کھل اسان تي
ھوش جوابن ڏيڻ جو ڏيار

☆

ٽيون پلصراط جو پنڌ ڏکيو آ - ھيءُ پتڻ ھي ھنڌ ڏکيو آ
سنھي پل وار ڪان آھي - تکي تلوار ڪان آھي
اٽتارا آھيون پاٽي تار

☆

سارا عمل ميزان تي ترندا چا چڏيندا سون نيڪيون گھرندا
اسان ۾ عيب گھڻا تي - چڱاين جا نہ ڪٽان تي
تنھنجي ڪرم جي آ درڪار

☆

عدل ڪندين آقا ڪُتنداسين - فضل ڪندين تڏھن ڇٽنداسين
چيو لاتقنطو آ تون - ھي عبدالرحيم اميدون
ان ۾ رکي آ وينو ھزار

## نعت

6

صل الله سبحان الله – صل الله سبحان الله

پنهنجو سينو مدينو بڻايو، جهومي جهومي ڳايو

☆ پاڇو ڌرتيءَ تي نہ پيو پڻ حورن کي حيرانيون
حسن تي ويئي ڪا نہ مڪي هي منهنجي نبي جون نشانيون
مالڪ جنهن جو شان وڌايو، جهومي جهومي ڳايو

☆ لعاب دهن جي ڳالهہ ڪجي ڇا ماکيءَ کي ويو ماري
ڪونہ پسيني سان پڄندا ڪو مشڪن جا مڻ هاري
وهوا جلون جوڙ بڻايو، جهومي جهومي ڳايو

☆ شان حبيب ڪريمن جي جو ڪير لڳائي ڪاٿو
جنهنجي آڱر جي تہ اشاري چنڊ کي چيري لاٿو
لهي ويل سج واپس آيو، جهومي جهومي ڳايو

☆ ڏبنهن نتي جو جاڏي جاڏي پير پيري هلندو هو
جهڙ بہ حضور تي تاڏي تاڏي ڇانو ڪري هلندو هو
پهڻن ڪلمو پڙهي ٻڌايو، جهومي جهومي ڳايو

☆ عزمي عبدالرحيم ويچارو شان بيان لکي ڇا
مالڪ جنهن جو پاڻ ثناگر هي انسان لکي ڇا
آ وَرَفَعنَا رب فرمايو، جهومي جهومي ڳايو

# نعت

وڄي جهنگ جهر ۾ ڏينهن رات، ڪبي ثنا ڪريمن جي،
رکي تن من ۾ هيءَ تات، ڪبي ثنا ڪريمن جي.

☆ پوئتي رکي ٻيون سڀ مجبوريون
ڪبيون حياتيءَ جون گهڙيون هيئن پوريون
رکو سچ جي وائي وات، ڪبي ثنا ڪريمن جي

☆ جا ٿي حضور جو ذڪر هلي ٿو
نرمل نور جو ذڪر هلي ٿو
اتي رحمت جي برسات، ڪبي ثنا ڪريمن جي

☆ شان حبيب جو ڪيو رب تعاليٰ
بيشڪ اهي بلند ۽ بالا
جڙي جنهن جي ڪري ڪائنات، ڪبي ثنا ڪريمن جي

☆ پاڻ زماني کان ڪر پاسيرو
ٿئي يا نه ٿئي خوش تيرو ميرو
هجي راضي رسول جي ذات، ڪبي ثنا ڪريمن جي

☆ "سومرن" ۾ ڪيئي سياڻا ۽ سالڪ
عزمي ليڪن منڙي مالڪ
مون کي مهر ڪري ڏني ذات، ڪبي ثنا ڪريمن جي

# نعت

6

ڇڏيو آ نہ ڇڏئو ھي چاھ آ
سريءَ ۾ جيسين مون کي ساھ آ
ہي نہ ہولي ڪبي ڪبي، ھوندو ذڪر زبان تي نبي نبي

☆ شعر ۾ شاعر جو بہ نبي جي ثنا نہ ڪري
منھنجو مشورو آ تہ ھو ڪاراُ پنا نہ ڪري
لڪي يلي لکي گمراھ آ. سريءَ ۾ جيسين مون کي ساھ آ

☆ قلبي سڪون رسي تو حضور جي محفل ۾
مھر جو مينھن وسي تو حضور جي محفل ۾
جنت ھي جلسي گاھ آ. سريءَ ۾ جيسين مون کي ساھ آ

☆ محفل اھڙي سجائي جيڪو دل شاد ڪري
ھلندڙ دور ۾ جوان اھو تو جھاد ڪري
پسند ڪندو سا الله آ. سريءَ ۾ جيسين مون کي ساھ آ

☆ عشق حبيب ڪريم سان يار ھتي ھونديءِ
محشر ۾ محبوب اڳيان منھن متي ھونديءِ
پنھنجو ھيءُ پڪو ويساھ آ. سريءَ ۾ جيسين مون کي ساھ آ

☆ جي دنيا جي رنگينيءَ ۾ گم تي ويندين
اي عزمي بي دينيءَ ۾ گم تي ويندين
دنيا ۾ نڳيءَ جو ناھ آ. سريءَ ۾ جيسين مون کي ساھ آ

# نعت شريف

اڳ ۾، رڳ رڳ ۾
رڪ عشق خدا جي حبيب جو
پوءِ چمڪڻ ڏسجانءِ نصيب جو

ڏيندءِ ڪير ڏکن ۾ ڏيہ پيارا
هن هن جون نہ ڪاٽون ڪڍ پيارا
در سڪڻان، پري رڪڻان، در پڪڙ تون محب مجيب جو

پلي ڪنهن جو ڪلهن تي قرض هجئي
ڪوئي درد يا دل جو مرض هجئي
صلواتون پڙهہ ادا تون، طب ڳول نہ ڪنهن بہ طبيب جو

تنهنجا راڄ سلامي نہ تين چئجانءِ
توڪي منهن تي مٽيون بہ نہ ڏين چئجانءِ
ڪوڙو تيان مان، ڏنڊ ڏيان مان، اهو چئلينج آ مون غريب جو

وجهہ هٿڙو حضور جي دامن ۾
تيءُ شامل تون بہ غلامن ۾
دنيا ۾ عقبيٰ ۾، توڪي ملندو سهارو عجيب جو

لکي نعت مون حيثيت ناهي آ
پنهنجي عزميءَ عزت ڪرائي آ
مان چاهيان، ڪجهہ ناهيان، اهو قرب آ مون تي قريب جو

# نعت شريف

10

ڏک ڏسين تہ پوءِ ڇڄجانءِ، اهڙو ڏس ڏيندوسانءِ
لڙک وهائي بہ چار سار حبيبن کي
دروندي دل نار، سار حبيبن کي

☆ جڏ ڳنديندين حبيب سان ناتو
اهڙي حبيب طبيب سان ناتو
پک پڄي ويندين پار، سار حبيبن کي

☆ صل عليٰ جو تون ورد پڄائي
پاڻ دنيا جي بلا کان بچائي
طلب انهيءَ ۾ گذار، سار حبيبن کي

☆ پڄي پڪار مديني ۾ وينديءَ
نظر نيٽن نار جي ٽينديءَ
دور نہ آ دربار، سار حبيبن کي

☆ پاڻ اسان اهڙي وات ڇڏي آ
اوندھ ۾ رهي لات ڇڏي آ
سوچ ۾ پاڻُ سنيار، سار حبيبن کي

☆ دنيا وارن جا در ڪڙڪائي
عزمي هريڙ نہ ڪا هٿ آيئي
جا بہ هجئي درڪار، سار حبيبن کي

# نعت شريف

//

هيا سور ۾ ساٿ ڇڏيندءِ، سردار ڇڏيندو ناهي
سردار ڇڏيندو ناهي، اهو يار ڇڏيندو ناهي

ڪو درد هجئي ٻه هلي آ
هيءَ اهڙي يار ڳلي آ
هين دروازن تان دل جو آزار ڇڏيندو ناهي

تنهنجي سڪڻ سان دل قاتي
جيڪي چئن ڏينهن جا ساٿي
پر محب مديني وارو ڏئي پيار ڇڏيندو ناهي

پلي عيبن وارو آهين
لڄپال ڪي پيارو آهين
غمگين ڏسي ڪنهن غم ۾ غمخوار ڇڏيندو ناهي

تڪليف ۾ آ هِت ڪوئي
هُت يار ويهي تو روئي
پنهنجي امت ڪي اوکيءَ ۾ دلدار ڇڏيندو ناهي

ڇو اهڙي ڇانو ڇڏيان مان
وڃي هين جو پيلهپو ڏيان مان
آ عزمي ننگ نبيءَ تي، ننگدار ڇڏيندو ناهي

# نعت شريف

12

جيڪي جنت وارا انعام ڪٽندا
منهنجي سهڻي نبيءَ جا غلام ڪٽندا
ٻيا ٻيلهپا نہ ڏي ادا اهڙو در ڇڏي، نہ ٿي غيرن جو غلام

☆ جيڪي پورل ڪان پيرو نہ پڇن
ٽري تار بنا ترهي بہ وڃن
پرين پاڻ تنين جي سام ڪٽندا

☆ پرين پل بہ پري پاٽان نہ ڪندن
دنيا وارن جيئن ماٽان نہ ڪندن
ڪلي گوهر سان گڏ گام ڪٽندا

☆ ڪندو هلندو چانو سڄي سٽ ۾
جو لواءُ الحمد جهنڊو هٿ ۾
منهنجا عربي عالي مقام ڪٽندا

☆ آ جنت وارو جهان ئي ٻيو
اهي ننگر ئي ٻيا اهو نان ئي ٻيو
جهڙي طلب ڪندا تهڙا طعام ڪٽندا

☆ دکي درد جي چٽنگ ڪا سيني وڃئي
رڳو روءِ تہ آهہ مديني وڃئي
اجهو ملڪ اڇي پيغام ڪٽندا

☆ جڏ رمز اها رکندين رڳ ۾
تہ پوءِ عبدالرحيم سڄي جڳ ۾
تنهنجو ڪوڙ ادب سان نام ڪٽندا

# نعت

13

منهنجي شان واري نبي كم ڻاهي ڇڏيو آ
گنهگارن جو روئي غم لاهي ڇڏيو آ

پڇي ڏس غار كان ته سائين كنهن جي سار ۾
روئي روئي پهڻ كيا آلا كنهن جي پيار ۾
ايڏو پال توهان اسان چو پلائي ڇڏيو آ

رهيو معراج ويلي ساڳي فكرات ۾
حبيب سان قول كيو، مولا ملاقات ۾
وَلَسَوفَ واري واعدي رنگ لائي ڇڏيو آ

توڙي اسان تنهنجو كم وڻيو كوئي كونه آ
اڳئين قوم وانگي رڇ بڻيو كوئي كونه آ
مولا مور وانگي چهرو چمكائي ڇڏيو آ.

رهندو جنهن قوم ۾ هي جناب رسول آ
انهن تي عذاب كيان مون كي ناقبول آ
قرآن ۾ هي رب فرمائي ڇڏيو آ

نكا مون ۾ نيكي آ، نه پلو اعمال آ
كهڙو عزميءَ پلا ويچاري جو حال آ
رڳو ناءُ ثنا خوانيءَ ۾ لكائي ڇڏيو آ

16

# نعت

کير آ جو، کير آ جو، قيامت ۾ ڪم ناهي
هڪ ئي مديني واري مير جو در آهي

☆ ڪرسي قهار جي تي رب پاڪ هوندو
توبهه قبول ٿيڻ جو بند تاڪ هوندو
ذوالحلال ڪي، ذوالجلال ڪي، ڪير جلال تان لاهي

☆ آدم صفيع الله ؑ موسيٰ به هوندو
يونس، ايوب، يحيٰ، عيسيٰ به هوندو
غم هٽائي، غم هٽائي، ڪنهن ڪي طاقت ناهي

☆ سارا نبي به نفسي نفسي ڪندا پيا
ليڪن حبيب امتي امتي ڪندا پيا
پوءِ ڏسجو، پوءِ ڏسجو، شان حبيب جو چاهي

☆ پورو انجام ٿيندو ولسوف وارو
چوندو حضور جن لئي الله پيارو
بخشرائي، بخشرائي، جن ڪي جانب چاهي

☆ رب آ نوازيو جنهن کي اذن شفا سان
عزمي اسان جي پياري ان مصطفيٰ سان
همسري لئي، همسري لئي ڪير ٿو سينو ساهي

# نعت

15

خود خدا جي به ذات ملي حبيب وڻان
کهڙي چيز ملندي نه پلا عجيب وڻان

جنگ ۾ هو جنهن جو نڪري پيو تارو
حبيبن ڏي هٿ ۾ ڪٽي ويو ويچارو
لڄپال اهي حال ٿيا نصيب وڻان

مديني جي سائين لب پاڪ لايس
اڳي ڪان به اڪ ۾ جڄهي ديد آيس
ائين ٺئيس ها علاج کهڙي طبيب وڻان

برسات پئي ٿي تر ۾ نه توڙي
صحابا اچن پيا ڪريمن ڏي ڊوڙي
پڪ هئي ته حل ٿيندو هن مجيب وڻان

ڪيو عرض شيديءَ سائين ڪنوار ڪانهي
آهيان بد شڪل پيو ٻني ٻار ڪونهي
تڏهن واهه جڙي آ نه ڪنهن قريب وڻان

ڏس ڳالهه آهي وڏي غور جهڙي
مخبوب ڏياريس وني مور جهڙي
ڪندو ناز هليو هاڻ هر رقيب وڻان

فرمان عزمي آهي جانبن جو
والله يُعطِي اَنا قاسمُن جو
ٻڌندو آن هر روز هر خطيب وڻان

16

# نعت

نبي خدا جو خدا نبيءَ جو ڪون و مڪان حبيب جو آ
هي بہ جهان حبيب جو آ، هو بہ جهان حبيب جو آ

☆ جنت ۾ جيڪي ڪير جون واديون
ديد ڪٿي وڃي ايڏيون ڪشاديون
ڪوثر زم زم جام طهورا، سڀ سامان حبيب جو

☆ حورون غلمان بہ جنهن جا
جنتون ماڳ مڪان بہ جنهن جا
دارُ الخُلد ۽ جنت ماويٰ باب ريان حبيب جو آ

☆ ڪڪر پيا ڪن خيال مٿي جو
ڏيئي غلامي ڏينهن تتي جو
پٿر پڙهندا ويا صلواتون، عجب شان حبيب جو آ

☆ سج لهي ويل واپس ٿيو هو
ڏيهہ ڏنو وري ڏينهن ٿي ويو هو
چنڊ بہ چيرجي هيٺ لٿو هو، ٿيو فرمان حبيب جو آ

☆ معجزو اڄ پڻ عزمي ڏسون ٿا
بدلجي ويا سارا صحيفا
صحيح سلامت ساري دنيا ۾، اڄ بہ قرآن حبيب جو آ

17

# نعت

سونهن وتي سنسار، حضور جي صدقي ۾

سڀ جڙيا جنسار، حضور جي صدقي ۾

قڙ ميينگهه ملهارون

ڄهڙ بخش بهارون

فرحت ترُ برُ ۾ تذڪار، حضور جي صدقي ۾

رونق ساري

مهٽي جي گلزاري

گلڙن باغن ۾ هيڪار، حضور جي صدقي ۾

آ روشنائي،

سج ۾

تہ ڪاڏهون آئي

سوج چنڊ بہ ڪيا چمڪار، حضور جي صدقي ۾

چا چا ڪريون

ذڪر

ملائڪ پريون

جن حورن ڪيا سينگار، حضور جي صدقي ۾

يا اٿ چاٽون

چاٽون

هي سڀ ماٺهو

عزمي پير فقير هزار — حضور جي صدقي ۾

18

# نعت

رحمت جو وسڪارو ٿئي
ونڊ ونئين ته هي وارو ٿئي
ڪول رکو جهولي پنهنجي ڪول موتي لال ملندا

☆ سوچ ته ڪر ايوان ۾
محفل آ ڪنهن جي مان ۾
سڏ انهي ۾ سڏارو ٿئي

☆ پچر ڪابه نه پي ڪبي
ذڪر خدا، ذڪر نبي
ڏاڍو عجيب نظارو ٿئي

☆ ماڻ مزو صلوات ۾
ورد هجئي اهو وات ۾
پرور ڪي ڏاڍو پيارو ٿئي

☆ ڇڏ زماني جون محفليون
پاڳن ۾ هي گهڙيون مليون
هڪڙو پل به اڌارو ٿئي

☆ ويهڻ هي رب ڪي وڻئي
نيڪن ۾ نالو ڳڻئي
عزمي پوء ڇڻڪارو ٿئي

19

# نعت

ان سائين ڪريم ڪي سارين نٿو، لک سهٽي رسول جا ٽورا ٽئي
حب دل ۾ حبيب جي ڏارين نٿو، لک سهٽي رسول جا ٽورا ٽئي

☆ جيڪو توڪان اڳي تو لاءِ روئي پيو
تنهنجا دفتر روئي ڏوئي پيو
ان سهٽي لاءِ لڙڪ ٻه هارين نٿو، لک سهٽي .....

☆ اها صورت ڪرئي نه تي ڪنهن جي ڪري
ايڏو رتبو مليو ٽئي جنهن جي ڪري
ان پياري سان ڪو ڳڻ پارين نٿو، لک سهٽي .....

☆ ڪم پوندءِ حسين جي ناني سان
رڳو نينهن ٽئي ناچ ۽ ڳاني سان
صلواتون پڙهي دل ٺارين نٿو، لک سهٽي .....

☆ اهي ذر ۽ زمينون نه ڪم ايندءِ
اهي موٽر مشينون نه ڪم ايندءِ
ٻيءَ دنيا لاءِ ٻوٽو ٻارين نٿو، لک سهٽي .....

☆ مزو ڪيڏو نه آ ڪم دينيءَ ۾
رڳو گم آن دنيا جي رنگينيءَ ۾
اجان عزمي تون پاڻ سڌارين نٿو، لک سهٽي .....

20

# نعت

عشقِ نبي دل ۾ هجي، اهو پنهنجو ايمان آ
پاڻ کي پالڻ، جڳ ۾ جالڻ نينهن بنا نقصان آ

☆ جانورن جيئن جيڪو گذاري
حب نبيءَ جي دل ۾ نہ ڏاري
ڪيڏو بہ آهي سهڻو تہ چاهي، پر نہ اهو انسان آ

☆ روئجي اتي جيڪو روئي چاٽي
مام اها تو ڪوئي چاٽي
هن جي سامهون، هن جي سامهون، روئڻ اکين جو زيان آ.

☆ بلال جهڙا ڪوجهڙا ڪارا
جان ڏئي تيا رتبن وارا
گهر ڀي گهورڻ، سر ڀي گهورڻ، عشق وارن جو شان آ

☆ صديق پياري پيار جي جي خاطر
پير ڏنگايو، يار جي خاطر
پاڻ تہ جهور آ، ضعيف ضرور آ، جذبو ليڪن جوان آ

☆ ٻيا پل ٻين جي در تي وڪامن
عزمي حبيب جي وٽ تون دامن
يار نہ جيسين ملندءِ تيسين، ملندو نہ رب رحمان آ.
اهو پنهنجو ايمان آ

# نعت

21

رب تار مان تنهن کي تاريندو
جيڪو ساري حياتي سارپندو
صل الله عليک يا رسول الله – صل الله عليک يا حبيب الله

شان پرين ۾ شامل ٿي ويا
ڪيئي ڪامل ٿي ويا
رب ڏاج انهي کي ڏياريندو، جيڪو ساري حياتي

جو نہ تو سکڙو سورين وينو
جندڙي جهورين وينو
غمگين اهو نہ گذاريندو، جيڪو ساري حياتي

جنت جي سو وات پلي ويو
جو صلوات پلي ويو
آ بهشت بہ تنهن کي پڪاريندو، جيڪو ساري حياتي

جيڪو حبيب سان تار ڳنديندو
ساھ بہ سهنجو ڏيندو
ڏئي ملک عذاب نہ ماريندو، جيڪو ساري حياتي

عزمي پاڻ خدا بہ پڙهي تو
مومن کي ڏس ڏي تو
اهو پرت پرين سان پاريندو، جيڪو ساري حياتي

22

# نعت

جڏ ڪوئي منهنجو ڪم ٺهندو نہ آ
صلواتون پڙهان غم رهندو نہ آ

☆ قرب بنا جڻ ڪڙهبو آهي
جيسين درود نہ پڙهبو آهي
تيسين لينگهو گناهہ جو لهندو نہ آ

☆ پل پل ڪئي سردار ستاري
امت آ پنهنجي يار کي پياري
ڪک ڪنهن تي پوي پرين سهندو نہ آ

☆ چڏڻي دعوي سڪڻي پونديءِ
چڻنگ اندر ۾ رکڻي پونديءِ
نہ تہ ڳوڙهو ڳلن تان بہ وهندو نہ آ

☆ مهڻان ملن تہ بہ خيال نہ ڪو ڪر
ائين ارادو پنهنجو پڪو ڪر
جيئن ليڪو پٿر مٿان ڊهندو نہ آ

☆ لوڪ چريو يا ٻيو ڪجهہ چونديءِ
عزمي چا چا ٻڌڻو پونديءِ
سچ سچ آ ڪنهن ڪان سچ ٽهندو نہ آ

# نعت

28

سرور كائنات جو
ورد ويهي ڏينهن رات جو
پڙهندا كيو هيئن پيار مان

صل عليٰ حبيبنا صل عليٰ محمدٍ
صل عليٰ نبينا صل عليٰ محمدٍ

پڙهندو آ رب تعاليٰ
رتبو اعلئون اعليٰ
آ سهڻي صلوات جو

زيارت جي حسرت سان
كنهن بہ پڙهيو كثرت سان
درشن ٿيس هن ذات جو

پڙهي صلوات سڄڻ جي
كوڙ ولي ويا ٻڌجي
قائل هان هن بات جو

ڳٽتي كهڙي كبي جو
سهڻو درود نبي جو
حل آ هر مشكلات جو

سائينءَ جو هين ثناگر
عبدالرحيم ادا كر
شكريو هن ڏات جو

24

# نعت

ماهتاب چوان يا گلاب چوان،
رخ پاڪ خدا جو ڪتاب چوان
ونان نام وڏي ادبن سان، رب پاڻ سڏيئي لقبن سان.

☆ رب ڪلام ڪيو ٿئي ڪاتي
يا اَيُهَاالمُزَمِلہ چئي ڪاتي
يٰس ڏيئين، طس سڏئين، تون نوازيل آ رتبن سان

☆ مولا مخاطب ٿيو ٿئي ڪاتي
يا اَيُهَاالمُدَثِر چئي ڪاتي
تعظيم ڪبي، تنهنجو نام نبي چمان هر هر وينو لبن سان

☆ چهري تنهنجي ڪي نجم چيائين
جنهن جو قرآن ۾ قسم ڪنيائين
ڪٿي ليل سڏي رب رات جي ڏي، تشبيهہ تنهنجي زلفن سان

☆ طه بہ تنهن جي لاءِ چيائين
توکي سراج منير ڪيائين
چا ڳالهہ ڪبي آيا ڪوڙ نبي، ائين قرب رهيا نہ سين سان

☆ رحمت للعالمين بہ تون آن
رئوف رحيم امين بہ تون آن
تون نور هديٰ مِحبوبِ خدا، چا پيٽ ڪيان وصفن سان

☆ عزمي ڪي وڌ لياقت ڏي رب
تن ۾ اهڙي طاقت ڏي رب
ڏينهن رات رڳو، تنهنجي نعت رڳو، سينگاريان سهڻي لفظن سان.

25

# نعت

کيو نبيءَ جو نام مولا پنهنجي نام سان کلي
وئندو اسم کر صلواتن سلام سان کني

سنئيءَ ۾ پنهون ۾ بين ۾ جدائي بہ ٿي
هنن ۾ تہ پوٽي ناهي نہ پئي آ وٺي
نبي رب سان، رب هردم چام سان کني

بڌين بانگ ٿو جا تنهن ۾ بہ ناهن جدا
اشهد ان محمد چوايو خدا
رسالت آ توحيدي پيغام سان کني

وري ڏس ورائي نظرون التحيات ۾
پنج ئي وقت پڙهندو آهين جيکو وات ۾
اتي پي آ مولا عربي امام سان کني

وري ڳالهہ هن تي آءُ جو مکي پاک ويو
مديني نہ ويو تہ انهيءَ جو حج ئي نہ ٿيو
مٺو آ هيءُ پي هر احکام سان کني

مني مصطفيٰ جي، جيکو نہ لاري لڳي
خدا کونہ ملندو عزمي انهيءَ کي اڳي
ملندو آ رب محبوب جي سام سان کني

# نعت

26

نہ رقيبن جو بہ رقيب
اهڙو ڪريم اسان جو حبيب

☆ قدمين سندن هڪ مائي، گندگي ٿي اڇلائي
جنهن ڪي اصل ۾ بغض هو دل ۾، بغض هو دل ۾
ان ڪان بہ پڇڻ ويو عجيب

☆ دين تتو ڪافرياڻي، شهر ڇڏيو ۽ شراڻي
پهتس سائين، هڙ ورتائين، هڙ وڙتائين
وريو پوڙهيءَ جو پوء نصيب

☆ احد ۾ واقع ٿيو آ، ڏند شهيد ٿي پيو آ
ڪونہ پيٽيائين، منهنجي سائين، منهنجي سائين
ڪئي ويرين ڪي دعا وري بہ

☆ جڏ آ حريص عليڪم، ڪيئن سهندو ڪنهن تي غم
جيءَ ڪي جفا ڏي، ٻين ڪي نفعا ڏي، ٻين ڪي نفعا ڏي
اهڙو ڪنهن نہ ڏٺو ڪو طبيب

☆ ڳالهہ اها طئي آهي، شعر وڏي شيء آهي
ليڪن يارو عزمي ويچارو، عزمي ويچارو
نہ شاعر آ نہ اديب

27

# نعت

منهنجي هن حال تي ڪر ڀالَ مديني وارا
سخي لجپال مديني وارا

☆ اچي ويو نفس اماري جي آهيان گهيري ۾
اٿئي هزار مدايون مون مندي ميري ۾
پنهنجا رُئارِين تا اعمال مديني وارا

☆ نہ مون نادار خطا دار وڏي ڏي ڏسجانءِ
لج پرور تون سخي پنهنجي تڏي ڏي ڏسجانءِ
ڪندين مون تي بہ ڪرم شال مديني وارا

☆ رڳو طعنن جا لڳن تير جڏهن جا ڏي وڃان
سڄي دنيا ئي ڌڪاري تہ ڀلا ڪا ڏي وڃان
منهنجا غم لاهجو غم ٽال مديني وارا

☆ رکي سهرو آ شفاعت جو ڇڏيو توتي ڏٽي
تنهنجي مرضي آ مٺا جنهن کي ڇڏين جنهن کي ڪٽين
ڪج منظور منهنجا سوال مديني وارا

☆ وڏو هٿڙو آ اميدن جو ڇڪي دامن ۾
اچي عزمي بہ ويچارو ٿو لڪي دامن ۾
منهنجو تون ڍولَ، منهنجي ڍال مديني وارا

28

# نعت

لڙڪ نوراني وهايا مصطفيٰ
ڪوڙ ڏوهي بخشرايا مصطفيٰ

☆ هين نبين جا سوين امتي ڪريا
تون اسان ڪيڏا بہ هون عيبن ڀريا
رحمتن جا رنگ لايا مصطفيٰ

☆ رب هبلي امتي جا هر گهڙي
لفظ پيارا پياري امت لئي پڙهي
شامتن ڪان سڀ ڇڏايا مصطفيٰ

☆ ڪيو ڀلارن هر ڀيري ڀال آ
پر اسان تنهنجو اهو ئي حال آ
ياد ئي ناهي خدا يا مصطفيٰ

☆ جن ڇڏي نہ ڪابہ ويرم ويرجي
دعا گهريئون تن جي بہ خاطر خير جي
سي بہ سمجهيا نہ پرايا مصطفيٰ

☆ شال عزمي ماڻيان سهڻي ماڳ ڪي
واري عبدالرحيم منهنجي واڳ ڪي
ڪندو پورا روح رايا مصطفيٰ

29

# نعت

پنهنجي محب مجيب تان صدقي
جند جان حبيب تان صدقي

☆ اها ذات رڳو مرڪي پئي
سئي گڳهه اوندهه ۾ ليي پئي
ان عربي عجيب تان صدقي

☆ منا ٻول ٻڌائين بيهي
حيوان ڪنائن بيهي
ان منڙي خطيب تان صدقي

☆ جڏ لعاب لڳايو حبيبن
نانگ ڪاڏا پيا ڪلي ويهن
ان اهڙي طبيب تان صدقي

☆ مليو اهڙو پرين پڳدار آ
جيڪو نبين جو سردار آ
وڃان پنهنجي نصيب تان صدقي

☆ ڪهڙا جملا هتي ڪم آڻيان
لڪي شعر نہ عزمي ڄاڻيان
بس نوري نجيب تان صدقي

30

# نعت

جيئن دنيا هلندي اچي
تنهنجي ثنا هلندي اچي
لکي لکي گهڻ ڳالهيون لک ويا لڏي

☆ کر نہ ڏني سون کرم ۾
صدين کان تنهنجي حرم ۾
ساڳي سخا هلندي اچي

☆ امت سان تو عجيب جي
رئوف الرحيم حبيب جي
اڄ بہ وفا هلندي اچي

☆ پنهنجي قصورن ڏي تکيون
حال نہ آ پر پوءِ ڏکيون
تنهنجي دعا هلندي اچي

☆ رنگ تنهنجي صدقي رتا
هر هر تيو تي وجي خطا
پوءِ بہ عطا هلندي اچي

☆ عزمي لک تورا مجي
راڄ رسي تہ رسي وجي
تنهنجي رضا هلندي اچي

31

# مولود شريف

کهڙي کيان ثنا سرڪار جي
سڄڻ مليو آ سينگار جي
امڙ چيو گهر ٿي ويو سڄو هبڪارجي

پر ۾ گلابن جو ٻه نه باغ آ
معطر ٿي ويو پوءِ ٻه دماغ آ
گهر ۾ گهٽي، مهڪي مٿي عطر ويا ڇڻ هارجي

آمد ويلي طهر ٻه تيل هو
سهڻي اکين ۾ سرمو ٻه پيل هو
جن ٻه ڏٺو، منهنجو مٿو اندر ويا ٺارجي

زلفن کي ڏني سينڌ ٻه پئي هئي
ڪا تڪليف نه جيجل ڪئي هئي
کهڙي ڪجي ڳالهه هتي، مهل مزيدار جي

لوڏڻ لاءِ لڄپال جو پينگهو
لاالله چئي لال جو پينگهو
هارڪيون پهچي ويون حورون ڪيئي قطار جي

عزمي چهرو پاڪ پسڻ لئي
ماڻهو ته ڇا پر منهنجي سڄڻ لئي
پرندا پکي آيا رکي، آرزو ديدار جي
سڄڻ مليو آ سينگارجي

# مولود شريف

32

نورئون اعليٰ نور جنابِ حضور
بار برن جا هي ڪٽي آيو
پنهنجي واڳ واري وڳ ڏٽي آيو

☆ جنهنجو صحيفن ۾ به دليل آ
جنهنجي گواهي ڏئي ويو انجيل آ
توريت زبور، جناب حضور

☆ پير دنيا ۾ پنهنجو رکيائين
رب هبلي جو عرض ڪيائين
ٿيو منظور، جناب حضور

☆ رحمت آيو ٻڌجي راڻو
مٽجي ويو قانون پراڻو
اڳيون دستور، جناب حضور

☆ ٻيڙو ٻڏي ويو ظلم جفا جو
جنهن تو اسان کي پيار وفا جو
ڏنو منشور، جناب حضور

☆ عزمي چڏيا رب رنگڙا لائي
پيو تو ثنا سردار جي ڳائي
رهان مسرور، جناب حضور

# مولود شريف

33

آيو آيو حضور مڪي ۾
ويا روشن ٿي ڏگ واٽون، ماڻهون چوڻ لڳا ڏسي لاٽون
اهو ڇا جو هو نور مڪي ۾

☆ مينگهه ملهارون ڪڻ ڪڻ آئي
باغ بهاري وڻ وڻ آئي
وتو سڀ ڪنهن سرور مڪي ۾

☆ هڪ ٻئي کي چيو هر هر ماڻهن
توريت ۽ انجيل جي ڄاڻن
پڪ ٿيو آ ظهور مڪي ۾

☆ اهل ڪتابن ڪيو هي ارادو
جبل جهاڳي هي شهزادو
هلي ڏسبو ضرور مڪي ۾

☆ حورن آندا هار امان لئي
واڍايون پڻ ڏار امان لئي
ونڊيو خلقن ڪجور مڪي ۾

☆ عزمي هر جاءِ رنگ رچي ويا
ڪوڙ جبر ڪان باز اچي ويا
جن ڪيو ٿي ڪلور مڪي ۾

34

# مولود شريف

ٿي آ جلوي نمائي عربيءَ جي
لک بسم الله ذات سڳوري، عرب ۾ آئي عربيءَ جي

☆ نبين جو سرواڻ اچي ويو
امت جو اڳواڻ اچي ويو
هڪبئي کي هيءَ خوشخبري خود پکين ٻڌائي عربيءَ جي

☆ سڪندن جا ٿيا پينگهڙا ساوا
جاڏي ڪاڏي نينگر چاوا
عرش عظيم تي پاڻ خوش رب پاڪ ملهائي عربيءَ جي

☆ حمد هزارين حورن ڳايا
بوند وسائڻ بادل آيا
ساري جهان ۾ مالڪ سائين، عزت وڌائي عربيءَ جي

☆ جيجل جي گهر نور جون لاٽون
هيون اسان جي حضور جون لاٽون
شهر وارن کي روشني ايڏي ڏسڻ ۾ آئي عربيءَ جي

☆ عزمي مولا بگڙيون ٺاهيون
هر هنڌ ٿي ويا سکر سٺايون
پهچڻ سان ئي امت تي ٿي، ايڏي ڀلائي عربيءَ جي

35

# مولود شريف (سماع)

جشن ولادت زنده آباد
مرحبا محبوب اچي ويو

چام چمڻ سان امتي ساريا
چونہ ڪيون تنهن يارڪي ياد، مرحبا .........

آقا جو ميلاد ملهائي
ڪڪڙا پنهنجا ڪبا آباد، مرحبا ...........

جونہ ملهائي ان جي مرضي
آهي پنهنجو پڪو اعتقاد، مرحبا ...........

او غمگين گذارڻ وارا
شان ٻڌي ڪر دلڙي شاد، مرحبا ...........

صل عليٰ جن لولي ڳائي
آزارن کان ٿيا آزاد، مرحبا ...........

عزمي سي چو ڦرهيون پڙهندا
عشق جنين جو آ استاد، مرحبا ...........

# مولود شريف

36

وسي رحمت پٺي برسات وانگي
منهنجي سھڻي حبيب جي ذات وانگي

اھڙو سھڻو نہ ڪنھنجو ظھور ٿيو آ
ساري دنيا ۾ نازل نور ٿيو آ

☆ گھر ۾ ويٺي شام جون جايون
مٺڙي امان کي ڏسڻ ۾ آيون
رنگ ٿيندو نہ ڀيو ھن رات وانگي

☆ جاڏي ڪاڏي عيد جو منظر
خوشحالي خوش ديد جو منظر
ڏٺو شيطان ويو سڪرات وانگي

☆ پيٽ ڀرين کي پٽڙا چاوا
سيني جا ٿيا پينگھڙا ساوا
تن جھوليون ڀريون سوغات وانگي

☆ عرش مٿان منهنجي ڍولڻ جي لاءِ
پاڪ ھندورو لوڏڻ جي لاءِ
آيون حورون لھي بارات وانگي

☆ توتي بہ عزمي فضل ربي آ
شعر لکيو جيئن غلام نبي آ
دل ٺارين نہ ٿو ان نعت وانگي

37

# مولود شريف

اڄ ڀال ٿيا ڀلايون منهنجو سائين آيو آ
اڄو ميلاد ملهايون منهنجو سائين آيو آ

خدا خود آهي ڪيو ميلاد حبيب جو
پٽ ڇميا پينگهو لڏيو امير غريب جو
ڏيئون ڪونہ ڪٿي ڄايون منهنجو سائين آيو آ

جنهن جي ڪري خوشيون مليون خوشي اها ڇونہ ڪيان
جشن ئي جشن آ جاڏي جاڏي ٿو تڪيان
گهڙيون خير سان هي آيون، منهنجو سائين آيو آ

ليئو هر شهر ۾ تون پائي اڄ غور سان
ڀلي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪنائي اڄ غور سان
رڳو مرحبا جون وايون، منهنجو سائين آيو آ

سچي حب وارا جهومي پيا هر جاءِ تي
ساوا ساوا جهنڊا لڳي ويا هر جاءِ تي
ڏسان جرڪندي ٿو جايون، منهنجو سائين آيو آ

مطلب پورا ٿيا هر محتاج جا
عزمي سهڻا سهرا لکي ڪريم جي ڪاج جا
هر ڳوٺ ڳلي ڳايون، منهنجو سائين آيو آ

38

# مولود شريف

آيو ميلاد مهينو آيو آيو
هر مومن جو ٺارڻ سينو آيو
رحمت جو، برڪت جو، کولي خزينو آيو

☆ قَدِ خَرَجِ مِنی نُوراً وارو
جيجل جو فرمان آهي، جرڪيو سارو جهان آهي
نور وسڻ ان رات دنيا تي بي تخمينو آيو

☆ هر هنڌ آ ميلاد جي محفل
دل کي سڪون ٿو سرس ملي، محبت جو ٿو درس ملي
منڙو محمد هر هڪ دل مان ڪوڙڻ ڪينو آيو

☆ رحمت جي پالوت پئي آ
جنهن کي پيو اڇٽو آ اڇي، رحمت ۾ رچٽو آ رچي
ڪير نہ خالي ورندو توڙي ڪوجهو ڪمينو آيو

☆ ذات اها هن ماهہ ۾ آئي
جنهن جي ڪري وڌ مان مليو، ٻن شهرن کي شان مليو
ساري دنيا ڪان شان ۾ افضل مڪو مدينو آيو

☆ هن ميلاد جي عزمي محابي
درد دفع سڀ تي ويندا، پورا مطلب ٿي ويندا
تار منجهان هن وقت تري پڪ سمجھ سفينو آيو

# مولود شريف

39

جن دعائون تي گهريون سي رهجي ويا
سائين توهان ڏي اسان ڏي پهچي ويا

پيدا پرين اڃان ٿيو نہ مگر
تورت زبور انجيل اندر
ذڪر اڳيئي ڇٽجي ويا

ماٿيوسين سو مٿو عربي
لک چوويهہ هزار نبي
ڪندا ثنا جنهنجي ويا

جنهن دم ڄايو خير الورا
ڪوٽ ڪسريٰ جا ڪريا ڪنگرا
نوري ڪڪر ڇانئجي ويا

جيڪي هئا بت ڪعبي ۾
سي محبن جي محابي ۾
سجدن ۾ پئجي ويا

حورن جا ان مهل جٿا
عزمي زيارت لاءِ لٿا
حمد پڙهڻ بيهجي ويا

# مولود شريف

40

جي نہ تئي ها نبي اڪرم، رب ڪاشيءِ نہ جوڙي ها
نڪي بهشت نڪي جهنم، رب ڪا شيءِ نہ جوڙي ها

☆ نڪي داٽو ڪائي ها ڏاڏو
نڪي اهڙو اچيس ها غم آڏو
تقدير نہ لوح قلم، رب ڪا شيءِ نہ جوڙي ها

☆ ڪيئي مخلوقون ڏٺيءَ ڏريون
جن ملڪ بشر حورون يا پريون
حيوان پکي، هر قسم، رب ڪا شيءِ نہ جوڙي ها

☆ سج چنڊ ستارا فلڪ سڄا
نڪي باهہ، مٽي پاڻي نہ هوا
نہ تتي نہ ٿڌي موسم، رب ڪا شيءِ نہ جوڙي ها

☆ نڪي ڪنهن تي غالب تئي ها ڪو
مطلوب نہ طالب تئي ها ڪو
نڪي سور نہ سڪ نہ صنم، رب ڪا شيءِ نہ جوڙي ها

☆ تئي عزمي ها ڪوئي ماڻهو
شاعر نہ اديب نہ پيو چاڻون
نہ ڪتاب قلم نہ علم، رب ڪا شيءِ نہ جوڙي ها

41

## نعت
### (معراج النبي ﷺ)

...ين عرش عظيم تي ويندو نہ هيو، معراج كيو تہ حضور كيو
...ڙو ڏيهہ ڏسي ير ايندو نہ هيو، معراج كيو تہ حضور كيو

☆ موسيٰ كي ملڻ كان جواب مليو
ان مالڪ سان هي جناب مليو
تنهن نور جو تاب جهليندو نہ هيو، معراج كيو تہ حضور كيو

☆ جبريل سڳورو جنت مان
ڪٺي آيو هو جوڙو جنت مان
اهڙا ويس وڳا بہ ڏكيندو نہ هيو، معراج كيو تہ حضور كيو

☆ جتي اذن مِني آواز ٿيو
اتي عربيءَ جو پرواز ٿيو
بوراڪ تي سوار بہ ٿيندو نہ هيو، معراج كيو تہ حضور كيو

☆ فلڪن جو نظارو ڳجهہ پيي هو
محبوب ڏٺو جو كجهہ پيي هو
اهڙيون خبرون چارون ڏيندو نہ هيو، معراج كيو تہ حضور كيو

☆ الله كي انگل كيائين پئي
بدكار امت جي بخشش لئي
اهڙو عزمي پيار ونديندو نہ هيو، معراج كيو تہ حضور كيو

42

# نعت

جسماني وڃڻ ٿيو جناب جو آ، معراج حضور جو برحق آ
هر پردو هٽي ويو حجاب جو آ، معراج حضور جو برحق آ

☆ پلا ڪيئن ويو ۽ ڪاڏهون ويو
هي غور ڪرڻ گمراهي آ
اهو رتبو رسالت ماب جو آ، معراج حضور جو برحق آ

☆ سبحان الذي اسري جو پلي
تفسير پڙهي تصديق ڪجاڻ
مذڪور متان چوين خواب جو آ، معراج حضور جو برحق آ

☆ ان قدرت واري جي قدرت سان
چنڊ تارن ڪان ٻه پري ويو پرين
جتي ڪرٽو نه ڪو آفتاب جو آ، معراج حضور جو برحق آ

☆ جنهن ريت صديق صدقنا ڪئي
ان ريت معراج ڪي ميٺو ٿئي
ساڳيو ئي چوڻ اصحاب جو آ، معراج حضور جو برحق آ

☆ معراج شريف بيان ڪري
اڄ عزمي جماعت جوڻ ثار دليون
لاجواب قصو لاجواب جو آ، معراج حضور جو برحق آ

43

## نعت

اڄ رات آهيان تا نا مهمان مدينه جو

سينگار ڪيو حورون، دلدار ڪي دعوت آ
محبوب ملڻ ايندو اڄ يار ڪي دعوت آ

احترام بجا آڻيو اڄ خاص خيال ڪجو
جيئن خوش ٿي وڃي دلبر اهڙو استقبال ڪجو
نبين ۽ رسولن جي پڳدار ڪي دعوت آ

مهمان پلو آهي سهرا ٻه پلا چئجو
جنهن وقت ڏسو جاني سي صل علي چئجو
سي بيهجو صفون جوڙي سردار ڪي دعوت آ

ڏرتيءَ تان روانگي آ سهڻي جي سواريءَ جي
هڪ ٻئي کي مبارڪ ڏيو هن ويل پلاريءَ جي
هيڻن ۽ غريبن جي غمخوار ڪي دعوت آ

اڄ عرشن وارن کي هيءَ عيد ڪرايان ٿو
سيئي ٿا سڪو جنهن لئه اهو يار گهرايان ٿو
من ٺاريو ملي پنهنجو منٺار ڪي دعوت آ

محبوب محمد کي هي جهان ڏيکارڻ لئي
۽ حبيب جو دنيا کي وڏ شان ڏيکارڻ لئي
عزمي ۽ سمورن جي سالار ڪي دعوت آ

# نعت شريف

عرش ڪئي آ التجا، مولا اهو احسان ڪر
اج محمد پاڪ کي منهنجي مٿان مهمان ڪر

☆ فرش جي پاڳن پلن سان پيٽ ڪيئن منهنجي نهي
روز ٿو قدمن شريفن جا مزو وٺندو رهي
اج ڪٿي مونڏي اچي فائق اهو فرمان ڪر

☆ ٿي اها چنتا ستائي ڪيئن گذاريان چين سان
جلد آڻج دلربا کي پر اچي نعلين سان
شرف قدمن جو ڏياري منهنجو پيي وڌ مان ڪر

☆ پنهنجي قدرت سان ڏٺي دلدار آڻي ٿو سگهين
پنهنجو جسماني طرح سان يار آڻي ٿو سگهين
مان بہ پنهنجو منهن مٿي ڪيان، قرب عاليشان ڪر

☆ عرش جو اهڙو انگلڙو ڪونہ موٽايو خدا
۽ وحي جبريل کي هي حڪم فرمايو خدا
يار جي تشريف جو اج عرش تي اعلان ڪر

☆ هن دنيا ۾ دلربا جي لاءِ تان هر شيءِ سڪي
عرش ڪرسي لوح سڀ ڪجهہ مصطفيٰ جي لئي سڪي
تون بہ عزمي تنهن پرينءَ جو خوب شان بيان ڪر

# نعت شريف

45

ياد ڪجو هن مسڪين جو پيغام
بي وس آهيان حال هتاران
پرينءَ جي آڏو منهنجي ٻه پاران
پڙهجو درود سلام

تيار توهان جو آهي سفينو
ماڻيندؤ وڃي منڙو مدينو
خير سان خير الانام

وٺجو دعائون دل منهنجيءَ کان
ويجهڙو بيهي باب بقيع کان
پيش ڪجو هي ڪلام

ويهه سو نوٽ ۾ واڳ ورائيي
قرب ڪري جيئن عيد ڪرائيي
اهڙو وري ڏي انعام

ويهه سو يارنهن سال وڃي تو
ملڪ الموت ڏي خيال وڃي تو
روئي ويهان تو تمام

موت پلي پوءِ ماري ته ماري
عزميءَ جي وري واڳڙي واري
پنهنجو گهراءِ غلام

46

# نعت شريف

جنهن کي گهوٽ گهرندو اهو عرب ويندو آ
تنهنجو پيي عقيدو تہ منهنجو پيي عقيدو آ

☆ هن سال هن سال کندي کيئي مري ويا
ايجنٽن کي پاسو ڏيئي ڏيئي مري ويا
وس کن بہ ويزو لڳي کونہ ايندو آ

☆ جنهن کي پاس ڏياري جنهنجي پاس روکي
سفينو سو ترندو کري جنهن کي اوکي
تنهن کي واءُ چوهو نکي جهڙ جهليندو آ

☆ کس جنهن نہ لاتي پنهنجي اندر تان
اهو موٽندو آ کراچي بندر تان
رب آکڙبل کي وچڻ ئي نہ ڏيندو آ

☆ کنهن کي نوٽ تي کو ناهي ناز کرڻو
کريمن جي آڏو پوندو نياز کرڻو
سجي کي سڏائي تہ هو تيار ٿيندو آ

☆ وڙ يار جو هي اجان ياد آهي
جهٽ پٽ ڏنائين کيئن واه ٺاهي
بيواهن جي عزمي ائين ڳڻ ڳٽيندو آ

47

# نعت شريف

دلبر نبيءَ جي وطن ۾ هجان
پل عاشقن جي لتن ۾ هجان

باقي حياتي اوڏهن گذاريان
حاجين سڳورن جا هٿڙا ڏئاريان
ويٺو سجڻ جي صحن ۾ هجان

پاسي ڪبيون ڪيئن نظرون نبيءَ ڪان
بيهي ڪيان رج باب البقيع ڪان
شام و سحر مان مزن ۾ هجان

ڏاڍو ڏکيو هت جيئڻ تي پيو آ
پنهنجو علائقو ويهڻ ڪان ويو آ
عربيءَ جي در تي امن ۾ هجان

ٻيو چا ڪپي جو اوڏهن لڏيان مان
پاڙي پربڻ جي پکڙا اڏيان مان
ساري حياتي سکن ۾ هجان

پاڻ ڏي عزمي واڳون ورائي
يار يکو اتي عيدون ڪرائي
جيئري ئي باغ عدن ۾ هجان

# نعت شريف 48

طيبہ جي بهارن ۾، پرنور نظارن ۾
ايڏو هوندين قرارن ۾
نکي ڇچن جي سک لڳندءِ، نکي ياد ڇچا ايندءِ ☆

☆ جيڪو مزو آ مديني ۾ آهي
پنهنجي اباڻي ملڪ ۾ چاهي
هت آهيون آزارن ۾، پُرنور نظارن ۾ ☆

☆ تازو رڳن ۾ خون ملي ٿو
جڏهن وچ ته سڪون ملي ٿو
سيارن يا اونهارن ۾، پُرنور نظارن ۾ ☆

☆ کلندو ويندين روئندو ايندين
گهر نہ وڃان هيئن چوندو ايندين
وجهي ديد منارن ۾، پُرنور نظارن ۾ ☆

☆ سهڻي حبيب جي حرم ۾ هوندين
خاص خدا جي ڪرم ۾ هوندين
آقا جي اوتارن ۾، پُرنور نظارن ۾

☆ عزميءَ جي اڳ واڳ وري آ
وري وڃڻ لئي دلڙي چري آ
وينو آ انتظارن ۾، پُرنور نظارن ۾ ☆

# نعت شريف ٤٩

او غمتار مدينا، منهنجا نيڻن ٺار مدينا

تو ۾ رهندو آ عربي سرڪار، تنهنجي دنيا سڄي ڪي درڪار

تنهنجي لاءِ دنيا ساري سڪي ٿي
ڏيهه اباڻي ۾ دل نه ٽڪي ٿي
قسمت جنهن جنهنجي واڳ ڇڪي ٿي
بيڙو انهن جو پار

خاص خدا جو توتي ڪرم جو سايو
هيڪر جو آ تنهنجي حرم ۾ آيو
چوندو وطن ۾ آ رهڻ اجايو
واڳ خدا وري وار

رياض الجنت ۽ بقيع آتوم
هر ڪا شفا رب رکي آتوم
چوتہ سخين جو سخي آتوم
رئندا اچئون غم ٺار

ميوا دنيا ۾ جيڪي جيڪي پچن ٿا
سپ ڪان پهريان اهي توڏي اچن ٿا
هتڙي ملن توڙي هُت نه بچن ٿا
وهوا سخي دربار

نوري نشاني تنهنجي عجوا کجور آ
بئي ڪنهن ملک ۾ ملندو نه مور آ
عزمي جڏهن وڃ ڏاڍو سرور آ
موسم پيي مزيدار

## نعت شريف ٥٦

جيءُ جياري ڏي – مديني واري ڏي
ڪو نہ ورائي رب واڳ – هيل بہ رهجي ويس مان

☆ اوهين نصيبن وارا وڃو – منهنجو نئڙو عرض مڃو
ملڙا ادا منهنجي خاطر – گهرجو دعا منهنجي خاطر
وس ۾ هجي ها – رليو هلجي ها = ڪو نہ ڪٽيو منهنجي ڀاڳ
هيل بہ رهجي ويس مان

☆ ملڪ حبيب جو ماڻڻ لئي – پَرُ بہ مون پر ساهيا پئي
قسمت سات نتي ڏي – ڪير پلا ٻيو هتي ڏي
زم زم چاهيون پيا – پُڪي ۾ پئجي ويا– ساڳيا ڪچي جا ساڳ
هيل بہ رهجي ويس مان

☆ آ مونکي پڪ پياري ۾ – ڪالي ڪملي واري ۾
هڪڙي ڏهاڙي ضروري – آس ڪندو منهنجي پوري
گهوٽ گهرائيندو واڳ ورائيندو – لهندي جهوريءَ جهاڳ
هيل بہ رهجي ويس مان

☆ ڏيهہ چڏي هي ڏاڏاٽو – اوڏهن اڏبو آڏاٽو
جانب وٽ پيو جيئندس – ساهہ اُتي شل ڏيندس
چاهہ مون چکيو آ – هت چا رکيو آ – ڪو نہ وڻن تا هي ماڳ
هيل بہ رهجي ويس مان

☆ خواب نہ خيال هيو جن کي – سنيري ويا سڏ ٿيو جن کي
سات سان رات رليا ويا – عزمي ڪلندي هليا ويا
ڪين جو ڏسان پيو– ويتر قسان پيو– روح مان نڪتا راڳ
هيل بہ رهجي ويس مان

## نعت شريف ؟۱

ويلي آن ويڳاڻي
نہ رو دل نماڻي
هڪڙي ڏهاڙي حبيبن ڏي هلبو

پڪو آسرو هي عجيبن ۾ هوندو
هلنداسون جڏهين نصيبن ۾ هوندو
اهو داڻو پاڻي – نہ رو دل نماڻي

قسمت بڻايو محروم آهي
نہ تہ جانبن کي معلوم آهي
سموري ڪهاڻي – نہ رو دل نماڻي

وس ۾ هجي ها اڏري هلون ها
سپ سرحدون ئي گذري هلون ها
ڪجھ سوچ سياڻي – نہ رو دل نماڻي

وندرايان ڪاڻي وجي تو چري کي
تنهنجي مونجھ ميٽيان پلا ڪنهن طريقي
نئي هوش آڻين – نہ رو دل نماڻي

ندا نيت عزمي اسانڌي بہ ايندي
رب راضي ٿيندو پڪ چاڻِ ٿيندي
غم جي پڇاڻي – نہ رو دل نماڻي

# نعت شريف 52

پاڻ ڇڪي ونو واڳون ٻئي ڪان سهارو ڇو وٺان
ايڏو سائين سخي آهين ڪنهن ڪان اڌارو ڇو وٺان

☆ ڏسي جايون جنسار
دل ريجهي نٿي يار
تہ پوءِ هيڏي هوڏي وڃي ڪوئي نظارو ڇو وٺان

☆ سڪ تنهنجي سرڪار
پڪ پڄائيندي پار
اهڙي غنيمت ڏيئي پلا خسارو ڇو وٺان

☆ ذر زماني جو چاهہ
ڪندو آهي گمراهہ
جند جفا ۾ گذاري اهڙو گذارو ڇو وٺان

☆ ڪري ڪرم هي الله
ڏيان ثنا پڙهي ساهہ
وات اوهان واري ڇڏي ڌڳ جدارو ڇو وٺان

☆ وڏو ثنا ۾ سڪون
ملي رڳن کي تو خون
عزمي مزا هي وڃائي پلا مونجهارو ڇو وٺان

# نعت شريف

S3

پر ڏي خدا اڏري . اچان
او ايڏهن پهجي وجڻ منهنجي وس ۾ نہ آ

تار منجهان اٽتارو ماٺهو
کهڙي طريقي تري اچان

ڪنهن بہ طرح سان تو وٽ پهچان
يا بڻجي ڪڪري اچان

جهٽ پٽ جهوٽو واءُ جو بڻجي
رياستون سي گذري اچان

گهوٽ گهرائين دير تہ ڪانهئي
سڏ تہ سگهو سنيري اچان

دوزخ جهڙي ڏيهہ مجنهان مان
جنت ڏي نڪري اچان

عزمي خطائن ڌوهن واري
بخشائڻ مان يري اچان

# نعت شريف

54

شان ۾ افضل شهر مدينو
رحمت جو آ خاص خزينو
دعا ڪيو ته مديني وڃان هي ڏينهن خدا شل آڻي آڻي
هر راه چمان هر وات چمان جتي پير ۾ پائي ڪين گهمان

☆ چا ڪيان اهڙا ڀاڳ اٿم
پنهنجي وس نه واڳ اٿم
دل ته چوي ٿي دير نه ڪر دم آقا ڏي هل هاڻي هاڻي

☆ چاڊ وڃن يا چين وڃن
جا ڏي هيا چاهينِ وڃين
عشق وارن جي هر ويلي تي دلبر ڏي دل تاڻي تاڻي

☆ پياري پرين جو پار هجي
سامهون نبي سردار هجي
لحظي ۾ لهي ويندا مَن جا سور سيئي رب ڄاڻي ڄاڻي

☆ ڪرم اهو به رسول ڪري
منهنجي غلامي قبول ڪري
دلبر جي دروازي تي مان نوڪر ٿيان ريءَ ناڻي ناڻي

☆ عزمي سنڌڙيءَ ۾ چاهي
قسمت ڪامل ڏي ڪاهي
نيڻن ثار محمد جو شل ملڪ اچان مان ماڻي ماڻي

# نعت شريف

منظر ئي ڪو اهو منظر هوندو
ڏيدن اڳيان پنهنجو دلبر هوندو
هيڏي هوڏي نہ نهاريو پيو مديني من ناريو

ڪڏهن الائي نيندو مولا تبارڪ
سهڻي نبي جو سهڻو صحن مبارڪ
پنبڻين ساڻ ٻهاريو

(2) سائينءَ سوا ڪنهن سان سور نہ سلبو
پير ۾ پائي جتي مور نہ هلبو
اهڙي ريت گذاريو

(3) ويري آ هتي پنهنجي جان جو پاڇو
جنت ۾ جي ملي گهر تہ ڀلا ڇو
سورن جو هنڌ ساريو

(4) اهڙي آ جاءِ جتي معافي عطا ٿئي
ٿورو گهڙئون ٿا تہ ٻہ ڪافي عطا ٿئي
روز اکين کي روئاريو

(5) ياڳ پنهنجي تي روئي پوندو آهيان
دل کي دلاسا ڏئي چوندو آهيان
ڪو نہ گهڻو هت گهاريو

(6) عبدالرحيم پنهنجي سائينءَ سامهون
عزمي صلاتون پڙهي هي سڪ نامون
ادب ساڻ اچاريو

# نعت شریف

56

(سرائکي)

میکون پي مدینا منور ڈکاوین
آقا مرنہ جاوان هیکر ڈکاوین

☆ کیوین دل کون ناران اٹین دل ني نردي
مدینا مدینا مدینا پئي کردي
اپٹے شهر دے منظر دکاویں

☆ پیران دي وچ میئن جتي نا کریسان
ول ول گهتیان کون بوسي پي ڈیسان
مدینے دے رستے معطر ڈکاوین

☆ وسدي اي هر دم رحمت دي ککري
جنهن کیتي آ کیس مَن زارَ قبري
نوراني روضا اطهر ڈکاوین

☆ منظور تیسن کڈي میڈیان راڑیان
چر چر کي چڑهسان جبلان دیان چاڑهیان
سگها ملک منڑا رهبر ڈکاوین

☆ عزمي کیا آکي رب خوب آ کیا
الله پاک تیکون محبوب آکیا
اختیار اے تیکون ایوین کر ڈکاوین

# منقبت

(حاجين صاحبن جي وڃڻ وقت چئبو) 57

مديني ڏي ويندڙ وٽ وڃڻ جون مبارڪون
هزار دفعا ٿئي هر سڄڻ جون مبارڪون

جنهن دلربا لاءِ ادا سڪئين عمر ساري
انهي دلربا ڏي اڄ ڪرين ٿو تياري
حبيب خدا سان تو ڪي ملڻ جون مبارڪون

ٿيڙهيءَ واريون به تو ڪائي ڏٺيون ڪارڪون
مديني جون وڃي ڪاءِ منيون منيون ڪارڪون
حرم نبويءَ ۾ رڄ ڪرڻ جون مبارڪون

دعائون اڳهاٽيون تنهنجون سخي دربار تي
سفرڙا ڪندو هئين هت موٽر بس ڪار تي
جهاز تي جاني هاٽي چڙهڻ جون مبارڪون

عرض ڪيون ٿا اسان اڪير منجهاران
سلام صلاتون چئجانءِ اسان جي به پاران
درود ڪريمن اڳيان پڙهڻ جون مبارڪون

پيار جو ياڪر پائي ملي موڪلايون
چٽي گل توتي منا مولود به ڳايون
يلائي جو يلو وندڻ وٽڻ جون مبارڪون

خير سان ماٽي ايندين مڪو ۽ مدينو
عزمي چوي ناري ايندين سڄڻ پنهنجو سينو
ائين ٿي ڏينداسون وري اچڻ جون مبارڪون

58

## منقبت

### حاجين صاحبن جي اچڻ وقت چئبو

وڏي دل کي بهاري اچي ٿي
منهنجي سڄڻن جي سواري اچي ٿي

☆ مدينو ۽ مکو ماڻي
پڇي پر ديسي ويو وطن هاڻي
هير حرمين واري اچي ٿي

☆ روز پڇڙن تکيون راهون
قبوليون خير سان ڏٺيءَ دعائون
گهڙي آمد جي پياري اچي ٿي

☆ مبارڪ لئي مڙيا آهيون
گلابي گلن جا هار ڻاهيون
اجان سنگت ہي ساري اچي ٿي

☆ سڄڻ جي لئي سڄڻ تا اچن
سعادت مند کي سي ڏسڻ تا اچن
چڄ چڻ کا سينگاري اچي ٿي

☆ کيو مولا کرم آهي
لکيو عزمي بہ نئون نظم آهي
ٿي آ رحمت بہ جاري، اچي ٿي ۵

# منقبت

(موضوع - حضرت ابراهيم عليہ السلام جي قرباني)

اسماعيل امر آيو آ پٽ رحماني
راهہِ مولا ڪرڻي آ اڄ قرباني
اِن ۾ تہ آ - منهنجا ٻچا - اعليٰ راز رباني

تيو هي حڪم آ صدقي ڪاشيءَ
پيارن ڪان پيي پياري ڪر
تون آن پيارو- مونکي واڌارو- ابراهيم تياري ڪر
دل سان لڳي نيشاني

ٻچڙا ٻڌاءِ تون سڀ ڪجھ کولي
مرضي دلڙيءَ جي جا ٿئي - خيال ڪلي ڏس پٽ ڇا ٿئي
ڪرين متان ڪو - فڪر متا جو، سڏ آهي سبحاني

ٻچڙي ٻڌڻ سان عرض اهو ڪيو
بيشڪ حاضر بيٺو هان - گهورڻ لاءِ سِر بيٺو هان
ڪُھ تہ يلي ڪُھ ڪونہ ڪندس مان بابا بيفرماني

جنهن پل پنهنجو صاحبزادو
ذبح ڪيائين تي بيهي - ڪاتي مجبور تي هئي
ڪيئن وهان مان - ڪيئن ڪهان مان - نينگر هي نوراني

پيءُ پٽ پاس تيا ٻئي پر ڪا ۾
جلد گهتو رب پاڪ مڪو ڪسجي سو حيوان ڇُڪو
نہ تہ اي عزمي ڪير ڪهي ها پنهنجا جگر ۾ جاني

# نظم 60

## (رمضان شريف جي آمد)

ماهه ملو رمضان مبارڪ رحمت وارو آيو آ
خير سان يارو آيو آ

☆ تو ۾ اسان لاءِ تحفو هي قرآن وٺي آيو آ
بدڪارن جي بخشش جو سامان وٺي آيو آ
جنت جا سڀ در کولايون رب جو پيارو آيو آ
خير سان يارو آيو آ

☆ يارهن مهينا کُوت چڱائي نفس اسان تو پاليو
روح جي ڪارڻ ڪجهه نه ڪيوسون هاڻ ته پاڻ سنڀاليو
تنهنجي اسان جي خاص ڀلائي ڪاڻ ڀلارو آيو آ
خير سان يارو آيو آ

☆ نيڪيءَ جو هر صورت ۾ هر وقت قدر ٿيندو آ
ليڪن روزيدار کي مولا پاڻ اجر ڏيندو آ
مومن موقعو ڪين وڃايو چمڪي ستارو آيو آ
خير سان يارو آيو آ

☆ روزيدار جي بُوءِ چون ٿا، جيڪا واتئون واري
مشڪ عنبر جي خوشبوءِ کان وڌ پرور کي آ پياري
روزائتن کي بخشڻ ايڏو شان نيارو آيو آ
خير سان يارو آيو آ

☆ ڏينهان رات الله جي در تي عزمي ڪر پيو آزي
پرور پرچڻ سولو آ پنهنجو رب ڪري وٺ راضي
بي عملن ويچارن جو هي ٻڏجي سهارو آيو آ
خير سان يارو آيو آ

# نظم

61 (موضوع - ختم القرآن)

هر هڪ غم تو ٽاري - رب جو قرآن ملو

مومن محفل ۾ ٿي داخل
ٺارجي توکي ٺارڻي آ دل
پيو ٿو دلڙيون ٺاري - رب جو قرآن ملو

جن جن چمبڙي ورتس تن کي خالي ڪونہ ڇڏيائين
هن بہ حافظ صاحب کي ڏس ڪيڏو يار اڏيائين
پاڳ پيري لاءِ رنگ رچي ويو ڏيھ مبارڪ ڏيڻ اچي ويو
ڪيڏي خوشي ٿو ڏيکاري - رب جو قرآن ملو

هڪ پہ پيرا هن دنيا ۾ گهوٽ ٿين ماڻهو بيا
ليڪن حافظ ٻارهين مهيني گهوٽ ٿيندا رهندا پيا
وهوا سندن نرالو نصيب آ - سينو مبارڪ تن جو عجيب آ
جنهن ۾ ڇڏيائون اُتاري - رب جو قرآن ملو

جي بہ ڪلام الاهي کي اڄ رات ٻڌڻ آيا هن
تن تي رب جي رحمت وارا مينهن وسڻ آيا هن
اهڙي محفل ۾ جو ايندو - واپس خالي ڪين سو ويندو
قلبي سڪون ٿو ڏياري - رب جو قرآن ملو

هن مهيني ۽ تي وڏ منهنجي رب ڪريم جو راز آ
جاڏي ڪن ڏي تاڏي منڙي قرآن جو آواز آ
تن جون بگڙيل بڻجن باتيون - جيڪي ٻڌن ٿا تيهئي راتيون
هن مهيني ساري - رب جو قرآن ملو

ڪل اڪر قرآن ڪريم جا رحمت جا هن پاچا
عزمي ذڪر بيان ڪري هت برڪتن جَا چاچا
شهر نہ جا ٿي رڳو جهنگ آهي - قرآن آ تہ وڏو رنگ آهي
پيو ٿو بَرَ بہ سنواري - رب جو قرآن ملو

## نظم 62

(روزيدار جي مان ۾)

طرز منهنجا محبوب ڪاڻ هئي الله ايترو ته پيو؟

ادا روزي رکڻ وارا حشر ۾ مُنهن مٿي هوندءِ
نبي سردار جي هوندين نظر ۾، منهن مٿي هوندءِ

☆ اڃارو ۽ بکارو پيو رهين رب جي رضا خاطر
جتي ٻانها پيا ٻڏندا پگهر ۾، مُنهن مٿي هوندءِ

☆ وتئي تهجد تلاوت ۽ مزا نفلي عبادت جا
نہ تون ابليس جي آئين چڪر ۾، مُنهن مٿي هوندءِ

☆ جتي هڪڙي بہ نيڪي لاءِ سمورو لوڪ ليلائي
عمل اهڙا ڪٽي هلندين ذڪر مُنهن مٿي هوندءِ

☆ سچڻ روزي جي صدقي ۾ نہ اچ توکي ستائيندي
لهي سج هيٺ ايندو تنهن پهر ۾، مُنهن مٿي هوندءِ

☆ منهنجا روزائت رب چوندو وڃن رَيان جي در مان
تڏهن غلمان وحورن جي شهر ۾ منهن مٿي هوندءِ

☆ مبارڪباد تئي عزمي چوي هن ڪارنامي جي
لکيو مون شعر آ تنهنجي ذڪر ۾، منهن مٿي هوندءِ

# نظم

63

(ٻلڙي روزائيتن جي باري ۾)

تون غفلت ۾ ٿي رهجي وئين رمضان وڃڻ وارو آهي.
الله مُکو آ جو مئڙو مهمان وڃڻ وارو آهي.

اهو ماهه مقرر ڪيو ويو جيئن
پرهيز اسان ۾ پيدا ٿئي
اهو تو ۽ اسانجي تقويٰ جو سامان وڃڻ وارو آهي

واٽيان ٻه وڏو ٿا خيال رکن
پر تو ته ڪائي تعظيم نه ڪئي
رب سائين ڏي سو تنهنجو ڪيون ارمان وڃڻ وارو آهي

مهمان ايندو آ مان وٽڻ
پر هي ته اسان ڪي ڏيڻ آيو
پنهنجي روزاعتن تي قرب ڪري قدر دان وڃڻ وارو آهي

ٻيهي بازر ۾ سگريتن جا
سرعام هٽين تو پيو سُوٽا
بس هاڻ رهيو ڪُيو ماڻهن مانُ ايمان وڃڻ واروآهي

هيءَ حالت آ مسلمانن جي
نه پوءِ قيامت ڪاٽي دير ڪندي
اجهي جاڻ زماني مان اڏري قرآن وڃڻ وارو آهي

جو تو ۽ اسان لئي کولايون
ريان جا دروازا آيو
اُهو عبدالرحيم عزمي اجهو مهربان وڃڻ وارو آهي

## نظم

## 64 (قبر جو سڏ)

هتي ڪجهه نه رهندو ڍهڻو زمانو آ
ڪلهه هو روانو ته اڄ هي روانو آ

☆ جيڪا شيء نهي آ ڍهندي ضروري
رکو ٿي حياتي پساهن ڪان پوري
اڃي تنهن جي آڌو بيهندو بهانو آ

☆ اهڙا موت ڪافي ملندي ڏٺا سون
ويا ڪوڙ ڪلندي ڪلندي ڏٺا سون
توڙي ڪو ڏسڻ ۾ تازو ۽ توانو آ

☆ ڀڙو ٿئون ڪفن ۾ي ادا يا نصيب آ
نه پو حال تو ۽ اسان جو عجيب آ
اسان ڪنهن جي لاءِ هي گڏ ڪيو خزانو آ

☆ سڏ هي قبر جو ڏٺو وائٺو آ
اسان لاءِ به گهوڙو پلاڻيو بيٺو آ
ڇڏيو ڏيهه ڏاڏي رهيو ڪونه نانو آ

☆ عزمي سفر جو ڪر تيار توشو
اڳتي هلڻ جي نه ٿي سوچ سوچو
اڳيان پنڌ اٽانگو غم جو فسانو آ

# نعت شريف

69

مان خطا دار مون کان روز خطا ٿيندي آ
پو بہ سردار جي صدقي ۾ عطا ٿيندي آ

☆ مان تہ بيڪار بندو مون ۾ وفا ڪانہ رهي
پر وفادار پرينءَ کان ئي وفا ٿيندي آ

☆ مون جڏي ڏي نہ مگر پنهنجي تڏي ڏي ئي ڏسي
سخا واري جي هٿان خوب سخا ٿيندي آ

☆ هيو عمل ڪونهي ثنا خوان حبيب جو هان
هي شڪر آ جو ثنا ڪين قضا ٿيندي آ

☆ روئي صلوات سلامن جو منجان ٿو تحفو
منهنجي دردن جي انهي مهل دوا ٿيندي آ

☆ جڏهن محبوب مديني جو ٿو راضي ٿئي
عزمي الله جي حاصل پو رضا ٿيندي آ

## منقبت
## (حق چاريار) 66

نبي جي چئن يارن جا - غلام آهيون غلام آهيون
رسول الله جي پيارن جا غلام آهيون غلام آهيون

☆ سچڻ جي لئي صديق اڪبر ڏنگائي پير آيو هو
ڇڏي گهر رب نبي جو نانءُ ڪٽي سڀ خير آيو هو
پرينءَ جي جانثارن جا غلام آهيون غلام آهيون

☆ عمر ايمان آندو هو تہ وڌ چمڪي رسالت هئي
چرين گڏ شينهن ٻڪريون پيا سندس اهڙي عدالت هئي
اهڙي ڪردار وارن جا غلام آهيون غلام آهيون

☆ جمع قرآن جنهن ڪيو هو جو ٿو صاحب حيا سڏجي
غني عثمان جهڙن تان سري صدقو ڪري ڇڏجي
اسان اهڙن ڀلارن جا غلام آهيون غلام آهيون

☆ علي هستي اُها آهي جيڪا تطهير ۾ شامل
سخاوت ۾ شجاعت ۾ علي اڪمل علي ڪامل
عليءَ سان عشق وارن جا غلام آهيون غلام آهيون

☆ لڪين انسان ٻيا گڏ ڪر صحابي ٿي نہ ڪو سگهندو
صحابا جي عقيدت ۾ هي عزمي شعر ٻيو لکندو
هدايت جي ستارن جا غلام آهيون غلام آهيون

منقبت

(صحابہ جو عشقِ رسول) 67

سهڻي صحابن واري - وهوا تعبيداري
ڇا ڪيو آ - ڇا ڪيو آ تو مون حياتي ساري

☆ هڪڙي صحابي لاءِ لکن ٿا ڏاڍو قصو هي نرالو آ
عبدالله بن مسعود سڳورو تنهن منڙي جو نالو آ
گهور وڃان سؤ واري واهوا تعبيداري

☆ ڏينهن جمع هو منهنجي آقا جن واعظ فرمايو ٿي
پاڪ پيغمبر جو پروانو مسجد ڏي تڏ آيو ٿي
پڙهڻ نماز سُونهاري وهوا تعبيداري

☆ ڪي اصحابي بيهي رهيا ها صاحب ڪوثر جي سامهون
ويهي رهڻ جو تن ماڻهن کي ڪيو حبيب حڪم نامون
چو تہ خطاب هو جاري وهوا تعبيداري

☆ " ويهي رهو" جا رستي ۾ ئي عبدالله الفاظ ٻڌا
هيٺ ڦنا ڦٽ ڦهڪو ڪيائين رنج نہ ٿي محبوب خدا
ڪئي پوشاڪ نہ پياري - وهوا تعبيداري

☆ سامهون ڏسي محبوب بہ مرڪيا سهڻو نظارو ڳالھ پلي
فرمائيون اسان توکي ناهيون عبدالله تون آءُ هلي
ڏاڍي تو دل ٺاري - وهوا تعبيداري.

☆ عبدالرحيم عزمي انهن ئي پروانن جي محابي ۾
عشق اسان توکي بہ عطا ٿي تن جوانن جي محابي ۾
ڪيون فرمانبرداري - وهوا تعبيداري

## منقبت

## (حضرت بلال جي شان ۾) 68

آيا سائينءَ ڏي ڪٽي سوال - رات وهامي نٽي
آهي ٻارن ۾ ٻائتال - رات وهامي نٽي

☆ پٽي پٽي خلق تڪي پٽي آهي
بي چيني ٻه وڌي وئي آهي
ڏيل ڏڪن ٿا ڏور ڏڪن ٿا رانيٽ ڪن ٿا
ٻونترجي ويو مال رات وهامي نٽي

☆ سانير ۾ ويا ڪوڙ سيارا
جبل جيڏين راتين وارا
سي ٻه گذاريون راتيون ڪاريونءَ ڪنهن ٻه نہ ساريون
ههڙو نہ ٿيو ڪڏ حال رات وهامي نٽي

☆ عربي چيو اوهان چاڻ نہ چاتو
ظاهر ۾ تہ بلال آ ٻاتو
اسهد وارو - لفظڙو يارو - رب کي آ پيارو
چوندو آ جيڪو بلال رات وهامي نٽي

☆ مڙني چيو، مون ٻه ڏيوٽي ڪسي آ
ڪيس دلي تڪليف رسي آ
جيسين نہ ايندو ٻانگ نہ ڏيندو ڏينهن نہ ٿيندو
ڪرٽو پوندو بحال رات وهامي نٽي

☆ حبشہ تي ادا راز ڪو ٻيو هو
ٻانگ ڏنائين ڏينهن پوءِ ٿيو هو
ٿڙمي سدائين سختيون سٺائين تڏ ربُ سائين
پاڻ رکيس پيو خيال رات وهامي نٽي

## منقبت
## (حضرت سلمان فارسي جي شان ۾) 69

آيو هڪ سوال ڪٿي سلمان
وڏو آ شان پريا تنهنجو شان
اڄ هي امداد ٿئي ته تنهنجو آزاد ٿئي - طلبگار

ڇڏڻ تي مالڪ شرط وڏو آ
مون ته اوهان جو ناڻو گڏو آ
اوهانجي ڪاڻ آ ڪم آسان - آهيو هر شيءِ تي حڪمران

☆ "جهٽ پٽ ۾ جهتون پيارل پوکي
باغ بڻائي ڏيندو توکي"
ڪري هي آيو هان اعلان ڪيو محبوب مٿا احسانُ

☆ ڳالهه ٻڌائي بس ڪئي ٻانهي
سنيت ڪئي حسنين جي ناني
اول ۾ محب مٺو مهربان پنيان اصحاب ٻه عاليشان

☆ پڄڻ سان هر هڪ ڪم ڏيکاريو
پوکيون ڪجيون ڪن پاٽي ڏياريو
ادا چند منٽن ۾ ميدان ڪيائون سارو نخلستان

☆ دير ڇاجي گهري دعا محبوبن
وڻ ٻه قٿي ويا ڦرُ ٻه جهليوتن
ڏسي هو ماڻهو ٿيو حيران انهيءَ دم آندائين ايمان

☆ عيد ملهائي اڄ پرواني
غير جي ڪڏٽي غرض ئي ڪانهي
اڄاري عربيءَ جو ايوان ٿيو عزمي دلبر جو دربارن
اڄ هي امداد ٿي ته تنهنجو آزاد ٿي طلبگار

70

## منقبت

## (حضرت ايوب انصاري جو قصو)

اڄ واڳ مڪي مان واري پلاري مديني تياري ڪئي
چڙي شهر اباڻو پياري پلاري مديني تياري ڪئي

☆ هجرت جو ٻڌي هر شخص مديني ۾ مهڪايون ماڙيون
هر ڪنهن جو ارادو هو ته اسان اڳ لڄپال لاڙيون
چڙيو سيڪهن گهر سينگاري پلاري مديني تياري ڪئي

☆ سرڪار چيو سڪ وارن جون ڪيئن ڪٽبيون ميارون
ان لاءِ اسان اڄ ڏيون تا ڇڏي اُنڙيءَ جون مهارون
هلي شرف جنهن کي ڏياري پلاري مديني تياري ڪئي

☆ تشريف جو ڀهريان ڀهريان مزو ماڻڻ جي خاطر
هر فرد هتن ۾ گاهه جهلي پرين آڻڻ جي خاطر
پيو ڏاچيءَ کي ڏيڪاري پلاري مديني تياري ڪئي

☆ ٻڪ پاڻي ايوب انصاري رنو پنهنجي ڪکڙن ۾ ويهي
اڄ ماڙين وارا ماڻيندا ايندو پڳدار پيهي
منهنجو گهر تو مونکي رئاري - پلاري - مديني تياري ڪئي

☆ اي عزمي ايوب غريب جي تي اڳ ۾ بهاري
اُن پونگيءَ ڏي پڳي آئي سڏي سهڻل جي سواري
جتي سائلڙو پيو ساري پلاري مديني تياري ڪئي

## منقبت
## (حضرت اويس قرنيءَ جي شان ۾) 71

پروانو مصطفيٰ جو حضرت اويس سائين
اڳواڻ عاشقن جو آ ڏينهن قيام تائين

☆ ڪو ڏسي ڇريو ٿيو هي اڻ ڏٺو هو عاشق
فيراق يار جي ۾ تڙپي رهيو سدائين

☆ محروم ٿي ملڻ کان مونڻ ۾ مام هئي ڪا
ديدار لئي ڪشالا ڪيڏا وڏا ڪيائين

☆ جنگ ۾ شهيد ٿيو آ آقا جو ڏند مبارڪ
پنهنجي وطن يمن ۾ اهڙي خبر ٻڌائين

☆ هيئيون مٿيون الائي ڪهڙو هيو، ائين چئي
هڪ هڪ ڪري ڀڃيهي پنهنجي سڄي ٻڪائين

☆ جنهن ڏي جُبو ڪڍائي محبوب هو چوايو
چئجوس منهنجا امتي بدڪار بخشرائين

☆ جو ٿي سگهئي ته عزمي پيارن جي پيروي ڪر
حبدار هن دنيا ۾ سڪٽو متان سڏائين

# 72 منقبت
## (حسنين ڪريمين جي شان ۾)

نانا سائين ملڪ ساري ۾ اسانجي هاڪ آ
عيد جي ڏينهن ڇو اسان کي جهونڙي پوشاڪ آ

☆ قيمتي پهريا وڳا آهن اميرن جي ٻچن
تاز نخرن ساڻ هلندا عيد گاه ڏي تا اڇن
اڄ خوشيءَ جي ڏينهن ڏاڍو لاڏ ڪيو لولاڪ آ

☆ پو وحي جبريل کي ارشاد فرمايو ڏٺي
بيهشت مان وڃ منهنجي پيارن ڪاڻ پوشاڪون کٺي
ڇو ته شهزادن ڪيو محبوب کي غمناڪ آ

☆ سي اڇي رنگ جا ها ڪپڙا ڪون پئي پهريا ٻچن
هڪ چيو ڳاڙها اڇن ۽ ٻئي چيو ساوا اڇن
ويو وري موٽي ملائڪ پوءِ مٿي افلاڪ آ

☆ عيد جو تحفو خدا ٻيهر ٻنهن ڏي موڪليو
جنهن گهريو پهراڻ جهڙو تنهن کي آ تهڙو مليو
ڪئي سندن فرمائش پوري پاڻ پرور پاڪ آ

☆ آهڙيون هستيون ٻيون نئيون ساري خدا ئي ۾ سُجهن
عزمي جن جي ڪاڻ جورا عرش تان ايندا هجن
تن عجيبن ڏي اماٽي خود خدا خوراڪ آ

73

# منقبت
## (حضرت حسين عليہ السلام جي شان ۾)

لکان شان ڇا مان حسينؑ عليہ السلام جو
خدا کان قدر پڇ منهنجي عالي مقام جو

هڪڙي ڀيري هڪڙو جنازو شهر ۾ داخل ٿيو هيو
ثواب خاطر ابن علي ڀي ان ۾ شامل ٿيو هو
مليو ڀاڳ واري کي هي ڪلهو هو امام جو

ابو هرير حسينؑ جا ڏٺا پير مبارڪ ميرا
چادر لاهي پاند سان بينو صاف ڪرڻ ٻہ ٻہ ڀيرا
اٿي ڊاڳ هئي جو ڪافي جتو هو عوام جو

چيس حسينؑ تنهنجي عمر آ منهنجي عمر تي حاوي
هيو تہ صحابي ناني جو ٿيون پاڪ حديث جو راوي
اهو ڪم جڳائي مونکي تنهنجي احترام جو

ابو هرير چيو تہ مٺا مون وقت اِهو بہ ڏٺو هو
توکي ڪلهن تي هلندو ڪٿي محبوب خدا جو مٺو هو
ڏنم پيار توسان ايڏو مديني جي ڄام جو

شان تنهنجو جيئن مان تو ڄاڻان هي انسان بہ ڄاڻن
توکي ڪلهن تي ڪٿي گهمائن پٽ تي پير نہ آڻن
پرين چڏ تہ پورهيو ڪيان هي جنت جي انعام جو

جنت جي نوجوانن جو سردار حسينؑ آهي
جنهن جو پيار حسين سان ناهي رب کي پيارو ناهي
هيو ڇا تہ جذبو عزمي صحابہ ڪرام جو

## قصيده 74

كوئي كربلا جون ڳالهيون ڏک اوري ويندو
حب وارن جو هيانء صفا جهوري ويندو

☆ خليل خدا جي نالي هک ٻچڙو ڏنو
حسين تہ ننڍا وڏا سڄو لڏڙو ڏنو
ائين كير پنهنجو سڄو گهر گهوري ويندو

☆ يزيدين اڳيان ائين بغاوت كنهن نہ كئي
چڱا ڀلا چپ ٿي ويا عداوت كنهن نہ كئي
ايڏي ظلم اڳيان كهڙو چپَ چوري ويندو

☆ قصور بہ كهڙو هيو ڀلا بي قصور جو
ڇڏي هليو ڇاجي كري مدينو حضور جو
جنهن پار ڏي هي پورو جڳ ڏوري ويندو

☆ ٻچن جا ڍوئي ڍوئي لاشا ٿكجي پيو
ڀاڻي بند ڏک ڏسي ڇاڇا ٿكجي پيو
صفا سور ننڍڙو ڀي دل كوري ويندو آ

☆ رڳو عزمي ڇا لكين غلام حسين جا
جتي كٿي قصيده هي امام حسين جا
كوئي شان ڳائڻ دادو كوئي موري ويندو آ

## قصيده
## ڪيڏا ڪيڏا آجو قيامت

روئڻ باباءِ روئڻ بابا پاڻي ڪاڏهون آڻيون
بي رحم بيٺا آهن تير تولاءِ تاڻيون

☆ چپڙا ڏسي هي تنهنجا قاٽي تو سينو
پر جي هجي ها منهنجا بابا مدينو
ڏيانءِ ها مان ڏيانءِ هان مان مور مکڻ جون چاڻيون

☆ اکڙيون نه کڻ هي مونڊي هر هر بابا
بي وس آهيانءِ ڏاڍي اصغر بابا
دور آهن دور آهن پنهنجون جايون اباڻيون

☆ پهرو پليتن کيو آ نافذ نديءَ تي
رحم کندا چو تنهنجي امڙ اديءَ تي
ظلم جون مان ظلم جون مان کهڙيو ڏسيانءِ کهاڻيون

☆ بچڙي سکينه پاڻي ڊک لاءِ اداس آ
پهتو نه پاڻي پر ويو سِر ڏئي عباس آ
بن ڊکن لئي بن ڊُکن لئي ويو شهادت ماڻيون

☆ امر الاهي عزمي ٿيو ته هليا هون
پاک حويليءَ ۾ ئي عمر پليا هون
کربلا جي کربلا جي جهولڻ مئون چا ڇاڻيون

## منقبت 76

### (سيدنا عبدالقادر جيلاني جي ڪرامت)

منهنجي پير اڳيان دستگير اڳيان
جيڪي بحث لئي عالم آيا
تن کهڙا ڏسو پَر پايا

☆ گهر کان هليا هٿ گهوٽ ويو سمجهي
ڪوٽن وارو ڪوٽ ويو سمجهي
تبليغ ڪندا رهيا روز بندا پر ڪيني بغض پلايا

☆ سوچ اِها ڪن ڪونہ پيا ترڙا
ڪاڏي اسانجا چار اڪرڙا
سي بہ ڪسجي وين ملهہ دسجي وينء ويهي وائڙن هوش وڃايا

☆ سرڪار بغداد جي آڏو
ڪير آ جو اتڪائي مهاڏو
تن ويٺي تڪيو ڪنهن سوال نہ ڪيو اڳي جوان جواب ٻڌايا

☆ ڪپڙا قاڙي هيٺ ڪري پيا
ناز ڪندا ها نيٺ ڪري پيا
آهيون تنهنجي بلي بس معافي ملي تن روئي پاند پسايا

☆ ويچارن کان پوءِ پڇا تي
ڪالهہ اوهان ڪي ويو هٿ ڇا تي
تن راز ڏسيو رب علم ڪسيو اُهي سوال ئي ياد نہ آيا

☆ جن سان ريڏل آ رب راٺو
دنيا انهن لاءِ سرنهہ جو داڻو
کهڙا موڙ ٻڌا تن عزمي ادا جن ربُ رسول رنجايا
تن کهڙا ڏسو پر پايا

77

## منقبت
### (سيدنا عبدالقادر جيلاني جي شان ۾)

منهنجا دستگير مٺا شان اتم آ تنهنجو
ساري دنيا جي وليئن تي قدم آ تنهنجو

☆ اڄ ٻ روحاني طريقي سان تنهنجو فيض هلي
ٿيو اڃان تائين نہ اهو خير ختم آ تنهنجو

☆ نہ جو انسان سڃاڻي تہ مان ان کي ڇا سڏيان
ڇو تہ نانگن ٻ سڃاتو هي اسم آ تنهنجو

☆ آ خطرناڪ وڏو پر ڏنگ هڻندي نہ ڏنم
جي ڪاريهر کي وڏو ڪنهن ٻ قَسم آ تنهنجو

☆ جو انهي رات ۾ ڄايو سو ولي ڪامل ٿيو
ٿيو زماني ۾ جنهن رات جنم آ تنهنجو

☆ شان محبوب سبحاني جو لکڻ کان آ گهٽو
عزمي پورو نہ پيو ڪڏ ٻ قلم آ تنهنجو

78

## منقبت
## (اعليٰ حضرت پير سائين سردار جي ياد ۾)

روضي ڏٺي جي باغ جا گل تون ٻ ڇٽي وئين
هٿ ٻاجهه جو هن ملڪ سموري تان ڪٽي وئين

☆ اڄ روضي مبارڪ ۾ ڏٺم سُتل اکين سان
ڦٽ ڪون ڇٽي سگهندو هي ڦيٽن ۽ ڦڪين سان
اهڙو ته وڇوڙي جو سڄڻ ڪان هٽي وئين

☆ هيءَ لڄڪ جي قانون قدرتي ۾ هجي ها
لک ساهه ڏئي توکي وڃڻ ڪونه ڏجي ها
تي ڏار هميشه لئي منهنجا تاج ڏٺي وئين

☆ آ ملڪ ئي مايوس پرين ايڏو پري وئين
ڇڻ قوم سڄي يار تون يتيم ڪري وئين
هر فرد کي بيچيني ڏيون گهوٽ گهٽي وئين

☆ هر امن پسندي جو قدم هو ته تنهنجو هو
دشمن جو گهرڻ خير پيي ڪم هو ته تنهنجو هو
خوبين جي ڪري ديس ڇا دنيا کي وٺي وئين

☆ خود چون حڪمران پيا پيرو نہ پجين ها
هن موڙ ڏکي تي ته پنهل تون نہ وڃين ها
بيتاب ڪري وقت جا خود واڳ وٺي وئين

☆ عزمي جي دعا آ ربي رحمت ۾ هجين تون
شل جنت الفردوس جي فرحت ۾ هجين تون
جلدي ۾ جدائي جي اچي بات ٻٽي وئين.

## منقبت 79

### (سائين محمد عاشق علي شاهہ جيلاني جي ياد ۾)

متان چئين: جيلاني جدا ٿي ويو آ
ائين چوءُ مديني ۾ ترسي پيو آ

ويو ظاهري ۾ پنهنجي چانوَ لاهي
روحاني طرح سان ڪٿي اڄ بہ آهي
بقيع مان اسان ڏي نهاري رهيو آ

سائين عاشق علي شاهہ جيلاني ڪا ٻي شيءِ
رڳو قادرين ۾ ڇپر هو سين ليءِ
سُنن تان ويو سايو لهي اڄ ميو آ

پروان ڪي پنهنجو ڪرڻ جنهن جي خوبي
ملڻ مهل ياڪر پرڻ جنهن جي خوبي
ننڍن ۾ وڏن سان مٺيون ڏئي مليو آ

ڪيو ڪيترن آهي اظهار مون سان
سخي پير جو هو گهڻو پيار مون سان
مون جنهن ڪان پڇيو تنهن اهو ئي چيو آ

ڏکڻ آفريڪا ۾ احسان ڪيائين
جتي ڏيڍ سؤ ڪن مسلمانَ ڪيائين
اهو شرف منهنجي سڄڻ ڪي مليو آ

☆ خدا پاڪ ڏيئي ڇڏيس بادشاهي
تڏهن بہ ڪچو گهر ڪا ماڙي نہ ناهي
ڪيڏو سادگي سان پرينءَ پيار ڪيو آ

☆ جنين پابندي جو ڪيو هو هُلاڙو
اسان اڄ انهن کان ڪنداسين پڇاڙو
پڪو يار ڪي ڪنهن ٽڪائي ڇڏيو آ

☆ اهوئي گهرون تا اويلي سويلي
اسان جو پلو ٿئي پلي جي طفيلي
اسان جو تہ عزمي ادا حال بيو آ

## منقبت 80

### (شان جمعتہ المبارک)

هي جمع جو ڏينهن يي کو شان وارو ڏينهن آ
پريل پالن ۽ پلاين سان پلارو ڏينهن آ

☆ گهور چنچر آھ آچر هن جمع جي جيم تان
صدقي سومر ۽ خميس تس مبارک ميم تان
عين تان قربان اربع ۽ اڳارو ڏينهن آ

☆ ساري هفتي ۾ سڀڻ جو چا تہ رتبو ٿو ٻجهي
ڪاٿي تقريرون تہ ڪاٿي نعت خطبو ٿو ٻجهي
رحمتن جي برسندي برسات سارو ڏينهن آ

☆ ڪُل پري اوري ويل اوطاق ۾ آيا نظر
صاف سهڻي ۽ سٺي پوشاڪ ۾ آيا نظر
مؤمنن لاءِ عيد آهي، چو تہ نيارو ڏينهن آ

☆ هن ڏهاڙي منجھ هڪ اهڙي تہ پياري آ گهڙي
جا قبوليت ڪرم ۽ بخشش واري آ گهڙي
جن بہ ڪئي تعظيم تن لاءِ چوٽڪارو ڏينهن آ

☆ هن سڳوري وار تي وڃجي مري هيو چا ڪپي
تي اهو احسان واحد جو وري هيو چا ڪپي
شانُ چا ڳايانس عزمي ڏاڍو پيارو ڏينهن آ

# سهرو (لوڪ گيت) 81

گهوٽ اڳيئي آهين ويتر ميهڙ واري ميندي
چاندي جهڙن تنهنجي هٿن کي لال لڳائي ويندي
مرڪ ڀلي اڄ بسم الله چئي ويل ڀلاري آئي
لک مبارڪون لک مبارڪون هئہ خير مبارڪون

☆ سوني مندي آڱر ۾ پيو پانهن ۾ سونو راڊو
سنڌي ٽوپي سنڌي اجرڪ توکي ٺهي ٿو ڏاڍو
تيارڻي تنهنجي ڪاڻ پرين پوشاڪ پياري آئي لک مبارڪون

☆ جيڪا دل جي آس هئي سا پرور پوري ڪئي آ
جوڙ جڙي ويا جانب تنهنجا دور ٿي دوري وئي آ
ويل ڀلي جون ڏيڻ واڌيون سنگت ساري آئي لک مبارڪون

☆ شال ادل اولادي ٿيندين ماڻين محب جواني
ڏک نہ ڏسين ڪو منهنجا منڙا هوندءِ هر آساني
رحمت جا ٿا بادل برسن مينگهہ ملهاري آئي لک مبارڪون

☆ ڀائر ڀائيٽا چاچا ماما توکي ڏسي خوش ٿين ٿا
تنهنجي والد صاحب کي سڀ مڙئي مبارڪ ڏين ٿا
تنهنجي اڱڻ تي ماشاءالله اهڙي بهاري آئي لک مبارڪون

☆ عزمي چئي تنهنجي مهمانن لئي طرحين طعام پچي ويا
رشتيدار سمورا تنهنجا دوست عزيز اچي ويا
ڪاج تنهنجي ۾ جاڏهون ڪاڏهون ڀرجي لاري آئي لک مبارڪون

## سهرو 82

شاديءَ جا شڪران رب مني رنگ لايا
آيا ڀلي مهمان رب مني رنگ لايا
مولا رنگ لايا لايا ٿيا سجايا

☆ گهوٽ جا بابا ڏٺيءَ دل ٺاريئي
آس ٻچي جي الله ڏيکاريئي
الله جا احسان رب مني رنگ لايا

☆ سينٽ ڪٽوري ڪنڊي آ چوڏاري
گهوٽ تنهنجي گهر لڳي وئي بهاري
ڪل ڀلي منهنجا خان رب مني رنگ لايا

☆ شان شوڪت سان ٿي آ تنهنجي شادي
شال ڪندو توکي الله اولادي
سُونهه ڀريا سلطان رب مني رنگ لايا

☆ رات ڀلاريءَ لاڳ لڌا ٿئي
مامن مرڪي موڙ ٻڌا ٿئي
ڀڪن تا ايوان رب مني رنگ لايا

☆ حمد لکين اڄ ڇيا تنهنجي چاچن
ڀائر ڀائيٽا سڀ خوش تا ٿين
ڪاٻه ڪمي آ ڪانه رب مني رنگ لايا

☆ عزميءَ ڀي نوان گيت ٻڌايا
تنهنجي شغل ۾ هلي هٽ آيا
نعتيون پڙهڻ نعت خوان رب مني رنگ لايا

# سهرو 83

سامهون ونئي ويهاريو سڄڻ منهنجو سينگاري
لال جو لاڏو ڳايان دوستن جي دل ٺاري

☆ هٿڙن تي ميندي ۽ جا ڇٽ بہ ڏسي سڀ ٺرندا
ننڍڙي جا مائٽ ۽ مٽ بہ ڏسي سڀ ٺرندا
عيد ڪئي ٿس بابي آس اميدن واري

☆ ماما منيون ڏين جنهن کي پائن پاڪر پاتو
چاھ منجهان چاچن ۽ سوئٽن سيني لاتو
ڏينهن اڄوڪي لاءِ پيو ساھ سين جو ساري

☆ سنت ماٽي سهڻو پنڊڙو ڪري گهر هلندو
مولا ڪندو مرڪي مٽي ڪنڌڙو ڪري گهر هلندو
شيرن جو ٻچڙو آ ڇو پنهنجي دل هاري

☆ سيج ڏٺي سيج مٿان ويهندو چڙهي جنهن ويلي
شڪرانا خالق جا ڪوڙ پڙهي تنهن ويلي
سيج مٿان جيجل ماءُ مشڪن جا مڻ هاري

☆ عزمي عزيزن ڏاڏا قرب ڪيا دعوت ۾
سڪ واري سڏڙي تي پهچي ويا دعوت ۾
سڄڻ ملايا آهن سڄڻن سان رب پياري

# سهرو 84

مولا منهنجي سڄڻن کي شل روز خوشيون ڏيکاريندو
روز خوشيون ڏيکاريندو اڱڻ تن جا اجاريندو

☆ شال هجن هر گهر ۾ بهاريون
کنهن کي ڏهاڳ نہ ڏياريندو

☆ ساڳي غريب ۽ امير کي دل آ
ساهہ سين جو آ ساريندو

☆ هر ٻيءُ چوندو آ پٽَ پرڻايان
مالڪ پو شل ماريندو

☆ ونين جا ور پيا ٻڌجن بنرا
آس ونڊي دل ٺاريندو

☆ موڙ ۽ مينديون هر کنهن وٽ هوندا
هر کو سيج سينگاريندو

☆ حال مطابق هر سڄڻ آهي
سڄڻن جا هٿ ڏٺاريندو

☆ واهہ نہ آکا جن ويچارن کي
تن کي ٻيي رب تاريندو

☆ عزمي اميدن جا هر هڪَ سهرا
جهر جهنگِ پيو جهونگاريندو

## سهرو 85

### (ڇٺيءَ رات واسطي)

رب سائين کان گهري سون ڏهاڙي ڏهاڙي اها ويل آئي
اُها ويل آئي تي آجهول سائي

☆ ادڙين سان رب جي اج ذات پر تي
کلي پينگهڙي جي جن واڳ ورتي
رب سائين کان.......

☆ لا الله الا الله ڇٺي لال لوڏيو
مٺيونَ لولڙيون هي ڏئي لال لوڏيو
رب سائين کان .......

☆ رب جو خزانو پريو خوب پيو آ
راضي ٿيو تہ ڪنهن کان وٺڻ ڪونہ ويو آ
رب سائين کان ......

☆ ٽيندي شال سيني سِڪوئتن جي سولي
سهٽي ويل صدقي جُهلي تن جي جهولي
رب سائين کان ......

☆ ميوا ۽ مٺايون ويڙهي ۾ ورهايو
منو وات سڄٽن سين جو ڪرايو
رب سائين کان ......

☆ جهڙو سُونهن ۾ آ عزمي سلالو
اهڙو ڇگڙو چوندي رڪجوس نالو
رب سائين کان ......

# نظم 86

## (ابي جي احترم بابت)

احترم ڪندو ڪر بابي جو
جنهن ٻـ ابي جي زيارت ڪئي ديدار ڪيائين ڪعبي جو

☆ لئي پئي ۾ احساس نہ آيئي
پيءُ نہ پر خود رب رنجائيي
قيامت ۾ حقدار نہ ٿين متان سهڻي نبي جي محابي جو

☆ شرم ڇڏائي ڇو پٽ ويو ٿئي
ڪڪ پڇي ٻـ نہ ٻيٺو ڪيو ٿئي
پيءُ ڪراڙو پنهنجي هٿن سان گاهہ لٽي تو گابي جو

☆ پٽڙ ڏوئي تو ڪي پاليو
ليڙون ڏڪي جنهن جانب جاليو
خيال نہ ڪيئي اُن ضعيف ابي جي جرسيءَ يا جورابي جو

☆ ڪاٽي ٻيي وڃي دير تي لايئي
گهر وارن ڪي ننڊ نہ آيئي
ڪيڏو انهن ڪي الڪو سدائين توري ٻيي تنهنجي تابي
جو

☆ ساماٽي پٽ توڙي تُماني
پوءِ ٻـ ملئي پئي وقت تي ماني
روز تڪا ڏئي ڪنهن تي تاريئي خدشو خون خرابي جو

☆ پير چمي تي سوپ انهن جا
ماءُ پيءُ راضي آهن جن جا
عزمي پلي احوال وني آ ڪنهن ٻـ سُڪئيءَ ستابي جو

# نظم 87
## (امڙ جي مان ۾)

توتي مهر وسي منهنجي پياري امان
منهنجي گهڻن پيري گهڻ واري امان

☆ توڙي تڪليفن ۾ جاليو تو
مونکي پيار وڏي سان پاليو تو
ڏئي لوليون خدا کي سنيااليو تو
تنهنجي ڳالهه نه ٿم ڪا وساري امان

☆ منهنجي جان کي جيجل چوٽ لڳي
تون روئي پوين پئي مونکان اڳي
گهريئي رات جو دعا بين اڊائين وڳي
تنهنجي دعائن هيڙي تاري امان

☆ تنهنجو نام چمڻ سان نفعائي نفعا
روز ڏيانس متيون ڏهه ويهه دفعا
منهنجي ڪاڻ سٺي تو سِر تي جفعا
ننڊ ڪانه ڪيئي رات ساري امان

☆ جن جيجل کي نه رنجايو آ
تن کي عمر سڪون نه آيو آ
تن پوءِ گهڻو پڇتايو آ
وئي وچڙي جن کان پلاري امان

☆ حق مون تي، ڪرڻ تنهنجي خدمت آ
تنهنجي خدمت ۾ وڏي رحمت آ
تنهنجي پيرن هيٺيان جنت آ
چوي عزمي مِٺي باجهاري امان

## نظم 88
## (والدين جي نافرمانيءَ جي سزا)

پٽيل پيءُ ماءُ جا آخر نہ پڇتائيي تہ پوءِ ڇئجانءِ
پٽن کان پاڻ پيي پٽڪو نہ لهرائيي تہ پوءِ ڇئجانءِ

☆ لِڪي جيجل ابيءُ جن کان ڪئي ٿو ڪونج سان ڪائين
پرائي وات ڏي پيارا نہ واجهائيي تہ پوءِ ڇئجاءِ

☆ اڳي ٿورو هلي ٿيندين جڏهن محتاج مانيءَ جو
پرين پوءِ پاڻ کي گهر مان نہ ڪيرائيي تہ پوءِ ڇئجانءِ

☆ مجاور ٿي رهڻ جي لاءِ تريچا پير تاڙيندين
ڪراڙيءَ کي بہ تنهن پاسي نہ سنيرائيي تہ پوءِ ڇئجانءِ

☆ تڦون توري گهٽي تي اڄ پلي هڻ پوڙهي بابي کي
سياڻي پنهنجو هَڏ گڏ پيي نہ پيرائيي تہ پوءِ ڇئجانءِ

☆ جهڙي ڪرڻي تهڙي پرڻي سياڻن سچ چيو آهي
ائين عزمي جيان ٻين کي نہ سمجهائيي تہ پوءِ ڇئجانءِ

# نظم 89

چڱائي ڪير چئي ڪنهن کي چڱائيءَ تي وڙهي پئبو
اهي پرڪار هن پنهنجا جو پائيءَ تي وڙهي پئبو

☆ نہ ڪٽڪن پوڪجڻ ويلي ادي جن ڏي لڙي اچبو
نہ لابارن ۾ ليينداسون ٻٽائيءَ تي وڙهي پئبو

☆ ادائن ٽن سوَن واري وڳي تي ويڙهہ ٽي ويندي
گهريا درزيءَ گهٽان پئسا سلائيءَ تي وڙهي پئبو

☆ چڪي واري سان چالاڪي ڪري اٽڙو ڪٽي اچبو
ڪٽيندو حاضريون آخر پيسائيءَ تي وڙهي پئبو

☆ ٻُجو برقعي منجهان توڙي ڏيون ڪا واٽ سان ويندي
مونکي ڪيڪار ڪيائين رن پرائيءَ تي وڙهي پئبو

☆ يلا ڊرائيور وڃي ڪاڏي جي ٽڪرو آ تہ يي توبهہ
جي ٽورو ٽو هلي هوريان ٽڏائيءَ تي وڙهي پئبو

☆ هٽيءَ واري ڪان گهر لائي يُلي ياٺو ڏنا يڳڙا
تہ عزمي تنهن ويچاري سان بہ لائيءَ تي وڙهي پئبو

# نظم ٩٥

هميشہ ڳالھ ھلڪي ۾ اجائيءَ تي وڙهي پئبو
نہ ترسي تر بہ سگھبو آئي پائيءَ تي وڙهي پئبو

☆ جنهين جي زور تي ڪُڏبو اُھوئي ھتڪڙي ھٽندو
سپاھيءَ جي سنگت واري رھائيءَ تي وڙهي پئبو

☆ ڏبو گھر لوڻ بہ نہ آٽي ڪبا دھمان دل ٽوڙيا
اجان اڌ چانھہ پئي ھوندي سوائيءَ تي وڙهي پئبو

☆ انگل اولاد پنھنجيءَ جا نہ مورئون ئي مڃي سگھبا
مگر استاد سان اُنڊ ڏئي پڙهائيءَ تي وڙهي پئبو

☆ نہ جي ھوندو گرم گودو تڪو ٽيبو طبيبن سان
سُئي جي سوچ جي مِنھن سان سُجائيءَ تي وڙهي پئبو

☆ ڪنداسين خُوش طبعي مان خود مزاڪون پاڻ ماٽھن سان
لڳي ويا يوڳ يائن جا ڦڪائيءَ تي وڙهي پئبو

☆ پرائي شعر ۾ پنھنجو ڏبي نالو ڏنو عزمي
جي اڳلي ڪي خبر پئي سِٽ پرائيءَ تي وڙهي پئبو

# نظم 91

ويا فيشن ڦِري آڪڙ اجائي ڪي ڪٿان منهن ڏيوَن
ڏنگين رسمن رواجن جي ڏنگائي ڪي ڪٿان مُنهن ڏيون

☆ الائي ڇا نہ ڇا سَرندن ڏنو آ ڏاج نياڻين ڪي
اسان مسڪين ماڻهو تنهن بُرائي ڪي ڪٿان مُنهن ڏيون

☆ گهٽن جي ريس تي آخر وڳو ڪاٽن جو وٺڻو پيو
قلف قرضي ڪيو آهي ڏُلائي ڪي ڪٿان مُنهن ڏيون

☆ اسان جو شان پڳ آهي ڊڪڻ سا عيب ٿا سمجهون
مگر تهذيب انگريزي پرائي ڪي ڪٿان مُنهن ڏيون

☆ پوي ڪنهن ۾ بہ ڪم پهريان هلي ٿو يار هوٽل تي
سڄڻ جي ڪاڻ قيمي ۽ ڪڙهائي ڪي ڪٿان مُنهن ڏيون

☆ پرائيويٽ ۾ پُٽڙا پڙهائڻ شان سمجهون ٿا
روپين جي راند آ عزمي پڙهائي ڪي ڪٿان مُنهن ڏيون

# نظم 92

خدا هاڻي قيامت ڪر خُدائي ڪي ڪٿان منهن ڏيون
ڏري ٿو هاڻ جي ڏاڍائي ڪي ڪٿان منهن ڏيون

☆ ڪيو آ ڏار ڏاڙيلن جيئڻ جنجال ماڻهن جو
وري هر رات چورن جي چڙهائي ڪي ڪٿان مُنهن ڏيون

☆ مهانگائي ته ماريو پر دوڪاندارن به دل توڙي
سڄو سامان نقلي تنهن لچائي ڪي ڪٿان منهن ڏيون

☆ غريبن ڪان پڇيو آ ڪنهن جي چانور وٽ ته گيهه ڪونهي
نه اُوري آ نه پوري آ ڪمائي ڪي ڪٿان منهن ڏيون

☆ وڃون ڪنهن ڊاڪٽر ڏي ڪيئن مٿل جي فيس ماري ٿي
ڪڍيون آڪات وينو تنهن ڪاسائي ڪي ڪٿان منهن ڏيون

☆ وڳو آ ٽن سوَن جو پر سباڻي جا اڍائي سوءَ
رکيو آ اڻ سبيو عزمي سلائي ڪي ڪٿان منهن ڏيون

93

# نظم

روپيا ڏئي وياج تي جيڪي وتن مجبور ماريندا
پنجن ڏينهن ۾ پيجارو ڪرولا ڪار ڏاريندا

☆ هوڙ هيڪر ڳجهن وانگي جنين بہ حرام تي هيري
خوشي سان پُوءِ پي ويندا مگر ماڪي بہ هاريندا

☆ ڏيڻ وارا تہ وهوا پر وٺڻ وارا بہ لڪ لهندا
نشا قرضو ڪٽڻ جيسين نہ نياڻيءَ ڪي اُتاريندا

☆ نبي سهڻي تڏو مصلو ڏنو ڪاهر جو ويهاڻو
مگر هي ڏاج ۾ ٽي وي ۽ ڊش انٽينا بہ ڏياريندا

☆ رنڊيون پهتيون ۽ راڳيندڙ تہ شاديءَ رات شائقڙا
رپيا سي ريس تي ڏئي پهت ويلي پاڻ تاريندا

☆ گذاري رات رحمت جي وئي شيطاني چيڏڪ ۾
جميا پنڙا تہ سي کهڙو نبي جو دين جياريندا

☆ مهيني ٻن ڪان پوءِ عزمي جي جاڳيو وياج جو والي
تہ تاڙي سيٺ سونارو وري ڳهہ مال ڳاريندا

# نظم ٩٦

وتن ٽا ڪير وارا ٻي چٽيون ماڻهن کي چاڙهيندا
ملائي ڪير ۾ پاڻي سين جي صحت ساڙيندا

☆ مٺا کنهن مينهن جي ٿڻ مان ڪڍهن ڪُرڙي نہ آئي آ
ڪمائي ڪاڻ پيا ماڻهو طريقا ڪوڙ تاڙيندا

☆ ڪُنجو هڻ ڪير اهڙي ۾ تہ ڪُرڙي ڪيئن نہ ٻُل ڏيندي
ڏُٻو جاڏي ڏسن تاڏي ڏِٻو لچپال لاڙيندا

☆ ڪراڙي مينهن ڪانگهاري آندا تيرهن ڪلا ڪاڏهون
اڌي جن کي اگر اهڙو وڪڙ ڏيندؤ تہ ڏاڙهيندا

☆ لڦن کي جا لڳي لُپري اهڙو مائو بہ آٽن تا
اَتو اڌ ڪان گهٽو باقي ڪلو ڪن ڪير ڪاڙهيندا

☆ اهي عزمي اکر تنهنجا ڪندا کهڙو اثر کنهن تي
توڙي اوشاق تو جهڙا مٿو ڪيڏو بہ ڦاڙيندا

# نظم 95

پُڇ حال نہ ڪرمت وارن جو
ويو پورهيو لڙهي ويچارن جو

☆ ٽڪو ٽورين ڪونہ ڪمايو آ
نہ ڪريلن مان ڪجھہ آيو آ
نڪي پيندين يار پڙايو آ
نٽو خرچ لهي نادارن جو

☆ ويا پهريان وارا چور چٽي
جيئن جهرڪيءَ کي ڪو باز جهٽي
هڏ ماريا ڪنهن مزا ڪير وٽي
کُلي پاڳ پيو پوتارن جو

☆ ناهي ڪوڏيءَ جي ڪاڏهون بہ ڪسَر
آس ڪاريءَ ۾ پيا بُڙڪي بصر
چڏيو ماري مهانگائي جي اثر
ڪليو ڪوڙ ڪندو دڪاندارن جو

☆ بس ڪرمي الله جي تاري تڳي
ڪونہ ڪنهن بہ دلال جي دل تي لڳي
سڏي شربت پيارينداها اڳي
اڄ منهن نہ وٽين ٿو هارن جو

☆ رهيو عزمي ادا اهڙو حال تہ پو
ڪتان ڪرميءَ جو پوي پورو ابو
اختيار ڏٽين کي عرض ڪبو
احساس تہ ڪن ڪجھہ پيارن جو

# نظم 96

(ادا سائين هڪ سال وڏنڻ جي پوک کي وڇون لڳا
اها صورتحال ڏسي اسان هي شعر لکيو)

خدا ۽ محمد اسان تو رنجايا
وڇون وڏنڻ ڪاٽڻ اڳي ڪڏ نہ آيا

☆ اها ڳالهہ ماٺهن ٻڌن آ ٻڌائي
نتا پو ٻہ سوچون ڏمر آ خدائي
اجان پيي اسان جا آهي ڪم اجايا

☆ ٻني ۾ بلايون ٻنن تي بلايون
گلن گوگڙن ۽ پنن تي بلايون
خدا مينهن وانگي وڇون سي وسايا

☆ دوائن جا ماهر پريشان تي ويا
ڏسي ماجرا هيءَ حيران تي ويا
ڪيميڪل جا ڪيئي دبا تن ڪپايا

☆ وڇون تو ڏسين پر وڇون سمجهہ ناهن
اهي تو اسان جا ڪرتوت آهن
وڇون جي شڪل ۾ باري سي بڇايا

☆ ڏسين حال تو پاڻ عزمي ڪڇي جو
نتو سمجهہ ۾ پيو ڪنهن کي اچي جو
لهي قرض ڪا ڏهون جيڪي لک لٽايا

# نظم 97

تماشو ٿي ڏسن وينا اگر سردار قومن جا
نہ آخر ڪير روڪيندو اهي تڪرار قومن جا

☆ وڏي ويو سنڌ ۾ آهي اهو رجحان تيزيءَ سان
رڳو هر روز اخبارون ڀريل هن خونريزيءَ سان
شهر سنسان ۽ بند ٿي ويا وهنوار قومن جا

☆ سوين معصوم ٻچڙا پي ٽين تا ڪاچ گولين جو
گلابن ڪان سي ڪچڙا پي ٽين تا ڪاچ گولين جو
ويا تعليم ڪان رهجي هزارين ٻار قومن جا

☆ قبر جي ڪاڻ هڪ ڪانو ٻہ ملندو يا نہ رب ڄاڻي
ٻنو ٻهہ انچ سورڻ تان ٽين قتلام تا هاڻي
مسلماني رهي ڪهڙي ڏسو ڪردار قومن جا

☆ حسد جي باهہ آ ڪاهي پئي گهر گهر بلا وانگي
ڏسو تا خون سان ڳاڙهي سڄي سنڌ ڪربلا وانگي
ٻڏي ڪن ٿي ويا ٻوڙا هي پٽڪا پار قومن جا

☆ ڪجي ارمان ڪنهن ڪنهن جو ٻُڏي ٻڌجي خبر ڪنهن جي
پٽائي گهوٽ جي سِنڌڙي لڳي توکي نظر ڪنهن جي
الائي ميٽبا ڪڏهين اهي آزار قومن جا

☆ ڀريل اوطاق مظلومن سان عزمي آ وڏيري جي
ڪٽي ڪو ڪانءُ ٿو لولو ڳڇي لاهين تا ڳيري جي
ڪلن تا غير مذهب پي ڏسي پرڪار قومن جا

## نظم 98

### (2010 جي ٻوڏ ڪانپوءِ پيدا ٿيل صورتحال تي لکيل)

امداد پنهنجي ڀاءُ کي ضرور ڏيندو ڪر

جو ڏئي نه پچاري انهي کي عرض ڪندو ڪر

☆ مرجان يا موتين سان ڀريل ڪونه ڪٿو ٿئي

لپ لوڻ جي ڪنڌ چانهه ۽ اٽ سير اٽو ٿئي

ڪو ٻوٽو وجي ٻار چڱو آ نه چندو ڪر

☆ ڏس مند چڙهي وئي آ اڃان هر نه وهين ٿو

پل ٻيهه قطارن ۾ مگر ڪونه ٿهين ٿو

اڄ پاڻ کي تون پاڻ گرهه لاءِ نه گندو ڪر

☆ ڪنهن هيڏي عمر پاليو اٿئي ڪيئن پليو آن

چو چانورن جي چئن ڪلن ڪاڻ هليو آن

هر موڙ تي پيو آسرو الله سندو ڪر

☆ اين جي او وارن جون ته مهربانيون مڃئون ٿا

پر پاڻ پنڌ تي ٻه اسان هرندا وڃئون ٿا

گردن مان طمع وارو ڦٽو يار ڦندو ڪر

☆ ڀاڄي ته ويو پر اهو تڪساد ڇڏي ويو

هر ذهن ۾ امداد ٿي امداد ڇڏي ويو

اي عزمي ادا تون ته ذرا غور ڪندو ڪر

## ٩٩ نظم

## (وطن ڪارڊ جي لٽ بازيءَ تي لکيل)

ڏڪا ڏوڙا ملڻ ڪانپو ملي مس تو وطن ڪارڊ
ڀڳون پنڪا لهڻ ڪانپو ملي مس تو وطن ڪارڊ

☆ ڪراڙن کي ڏنم ڪرندي جيڪي ڳيرو ويا ڳاهي
تريءَ تي سِر رکڻ ڪانپو ملي مس تو وطن ڪارڊ

☆ طريقا بيا به هن جيڪر فضيلت ساڻ فارغ ڪن
لٽا ليڙون ٽيڻ ڪانپو ملي مس تو وطن ڪارڊ

☆ اڳي ئي ٻوڏ ماريو آ هتي ٻيي حال بدتر آ
بکون ڪاٽي بيهڻ ڪانپو ملي مس تو وطن ڪارڊ

☆ اڌارو تا وٺي پهچون ڪرايو ڪنڌ ۾ پئي تو
وساري گهر ڇڏڻ ڪانپوءِ ملي مس تو وطن ڪارڊ

☆ اي عزمي پاڻ ڏي ٻيي ڏس اسان ۾ ٻيي صبر ڪونهي
تڏهن خواري ڪٽڻ ڪانپو ملي مس تو وطن ڪارڊ

## ١٥٥ (مزاحيه نظم)

پهريون وار وتم کاٽن جو وڳو
چورن ٻيي اُن رات اچي ان درزيءَ وارو دُڪان پڳو

☆ نفس چيو ته رڳو تون لوڙين
يار چڱي شيءِ چو نه تون چوڙين
استاد آن ڪجهه اسٽينڊر ڪر سادي کي تا سڏن ڏڳو

☆ تاڙ ۾ هو يارو هڪ لالو
سال رکت وارو هڪ لالو
سوبه سبحان الله سائيڪل تي رستي ۾ مُنهن مونکي لڳو

☆ پنجهتر رپيا في ميٽر
کونه ڪچيم کو پڙهائين منتر
دل ۾ چوندو هو به ته هوندو واهه جو مون ڦاسايو ڪڳو

☆ ڳالهه ڏسيائون ڏيڍ سو جوڙو
ٽيلر ماسٽر کي پيو ٽوڙو
ويچارو وٺندو ٿو وتي پيو درويشن کان دعاءِ سڳو

☆ سمجهيم سبق ڏنو رب سائين
سڏجين فقير ۽ کاٽن پائين
ويس وڏائيءَ وارا پهري جهٽ پٽ ۾ ڪر جهڻ نه جهڳو

☆ عبدالرحيم آ سياڻن اوريو
پير سوڙ جي آهر سوريو
هوندي سان هرشيءِ ٺهندي آ سچ تي سيٽ ڪجي نه رڳو

# ڪافي

101

سج ادا اوڏهن وئي هل منهنجو جانب آ جتي
يا اهو ڏسڙو ڏئي چڏ ڪيچ مڪران آ ڪٿي

☆ مان تہ خوش ٿيس خوب پنهنجا ڏير پنهنجي گهر ڏسي
هو مگر آيا هيا هت روح ۾ ڪجھ پيو رتي

☆ حمام دستي ۾ ڪُٽيندو جيئن سنياسي آسُتيون
هانوَ منهنجي ڪي ائين ويا چوٽ ڏئي ڏاڍي چٽي

☆ هيڏي ساري برھ جي هن باھ ڪي ڪاڏي ڪيان
مون ڪان ترسيو تَر نہ ٿيندو هوت ريءَ هاٽي هِتي

☆ عرضڙو الله ڪي آ ڏي اجازت ايتري
جانبن جي جُوءِ پهچان جان ڏيان پنهنجي تِتي

☆ هُنن عبدالرحيم عزمي ڏاري سمجهي ڏار ڪيو
مان تہ پنهنجو حيلڙو ڪيان مِن ڪٽي ميلو بہ ٿئي

# ڪافي

102

اڄ مينهن مون کي مرڪائي وڏئي
منهنجو تڪڙو پرين ترسائي وڏئي

ملي وقت تي آهين برسي پيو
هو ٻه تنهنجي ٻهاني ترسي پيو
ڪري اڄ ٻہ ستم جي سرسي پيو
گهٽي بيچيني کان بچائي وڏئي

مون گهايل سان گهڙي مس گهاريون
اڏ ريڊل دل پئي ويو رڻايون
اڃان اڪڙيون مون ٻہ نہ هي ٺاريون
ڇڪتاڻ کان ساهہ ڇڏائي وڏئي

ايڏا وڙ ٿيا اڃان چا چاهيندس
سڄي رات سِڪون ويٺو لاهيندس
نوان گيت غزل اڄ ٺاهيندس
منهنجي ذات جو رخ بدلائي وڏئي

اڄ نيرُ نہ نيڻن ۾ جهلجانءِ
روئي عزمي سور سيئي سلجانءِ
احوال اندر جا ڪندو هلجانءِ
مولا مس مس يار ملائي وڏئي

# ڪافي 103

محبوب ناهي هٿ منهنجو ڪوئي
ڪلهه پاند پڪڙي چيو مانس روئي

☆ ڪيون مانس منٿون گهڻيون ئي گهڻيءَ ۾
چيو مانس ويٺو هوندو ساڻ منيءَ ۾
جيتر ڇڏيندين دفتر نہ ڌوئي

☆ محبوب منهنجي هر مونجهہ ميٽي
جڏ پيرڙن ۾ پيو مانس ليٽي
قدمن تي لاهي وڌي مانس لوئي

☆ چيائين چڱو مان تنهنجو ئي آهيان
هاڻي مان توڪان ناراض ناهيان
تڏڙي تنهنجي تي اچبو سگهوئي

☆ چيو مانس ٻٽبو سُٽرو نہ سانگو
تنهنجو آ منٽرا ميلو مهانگو
ماڻهن جي مهڻن دل آ ڏکوئي

☆ ائين ئي اچڻ جو احسان ٿي ويو
عزمي جو اجرو ايوان ٿي ويو
رب ڪان گهريم جو مليومحب سوئي

# كافي 106

منهنجي مارن جون مونكي جيڏيون ڙي
مليون رات ميارون كيڏيون ڙي

☆ هت مان بہ خوشي كان نہ آئي هان
تقدير هتان پيڻ تائي هان
چئبو سانگن كان بہ سَهائي هان
وٺيون كيئن وڏيون تن ايڏيون ڙي

☆ رُسي ساهيڙيون بہ سيئي ويٺيون
مون لاءِ چا جو چا هُت چئي ويٺيون
اڍيون سي بہ اكر مون تي ڏئي ويٺيون
جيكي نندپڻ ۾ كلي كيڏيون ڙي

☆ پنهنجي هانوَ مٿان هت ڦيري ڏسو
اوهان سان بہ كري اهڙو قصو
پنهنجي لڙكن ۾ ويهي پاڻ پسو
سهو سبر تي جدائيون هيڏيون ڙي

☆ منهنجي لوئي ٻتيهن لكٽي آ
عزمي لوئي جي لڄ ركٽي آ
نہ كا چيز هتان جي چكٽي آ
ڏسو كين كري اكيون ٽيڏيون ڙي

## ڪافي 105

پل اوهين سرتيون سمهي پنُو سور واريون ڪيئن سُمهن
هر گهڙي ماڻديون پرينءَ جي پور واريون ڪيئن سمهن

☆ نينهن جي نشتر ڪيو آ جن جو سينو چاڪ چاڪ
اهڙيون آخر ڪار گهايل گهور واريون ڪيئن سمهن

آ سسئي وانگر جنين کي پيار پرديسي ڪيو
سي پرائو ڏيهه ڏوري ڏور واريون ڪيئن سمهن

☆ جن کي هوندو سور تيندين سيج تي سَرهيون ڪِتي
هوت جي خاطر هيئين وهلور واريون ڪيئن سُمهن

☆ موت کان اڳ ۾ مري آ جن ڏيکاريو ڏيهه کي
مُوتُو قِبل الاَنَتَ جي مذڪور واريون ڪيئن سمهن

☆ توکي عزمي عشق جي نہ چٽنگ ڪا چولي لڳي
جي لڳيئي چوندين تہ هن ناسور وايون ڪيئن سمهن

# ڪافي 106

جن مهمانن جي لئي نيڻ وڇائي ويئم
رات انهن ڪان ئي اديون خان ڪسائي ويئم

☆ سيجِ مني مان نہ ڪيان هوت هٿان ڪين وڃي
چانو لهي وارث جي منهنجي مٿان ڪين وڃي
ساري حياتي جي لئي سور پرائي ويئم

☆ حال پنهنجي جو پائي ڪونہ ڏسان ٿي پرسان
پيڻ پلا هِت منهنجو چاهي رهيو ڇو ترسان
گهر منهنجو لٽجي ويو ڪجهہ نہ بچائي ويئم

☆ پاڻ اديون مون پنهنجي عمر عذابن ۾ وڌي
ڪيچ جو ڪا پندچاڻي ٿي تہ ڏَسي وات سڌي
لهنديس ڳولي ور ڪي جيڪو وڃائي ويئم

☆ ڏيرن آ ڏاڍ ڪيو پاڻ پنهون ويو ناهي
ڏاريا هو ڏاريا پر پاروچل هيو ناهي
هو منهنجو آ ۽ مان هُن جي سڏائي ويئم

☆ ناحق ٿيو ٿس عزمي نيت ڦڏو هو بہ ڪندو
ترسڻ جهڙو ناهي وس تہ وڏو هو بہ ڪندو
ڳڻ ڳالهيون ڪي تہ ڏسي پيچ اڙائي ويئم

# ڪافي 107

طرز: يا محمد ڏيھ پنھنجو تو ڏيکاريندين

چا ڏنو ھئي رات راٽا ڪاڪ ڪاري وئين ڪري
ڪا ڪرين ھا سوچ سياڻان ڪاڪ ڪاري وئين ڪري

☆ ھيو ڏنو ھئي پانھن منھنجي
تي ۃ مارين چو نہ پيو
ڏيھہ ۾ ڏئي ھي هُلاٽا ڪاڪ ڪاري وئين ڪري

☆ پرجي چنٽو ھئي چنين ھا
داغ دلبرا ڏين نہ ھا
ھيا ڪري ھا محب ماٽان ڪاڪ ڪاري وئين ڪري

☆ ڪلھ ٻہ مومل تنھنجي ھئي ۽
اڄ ٻہ مومل تنھنجي آ
سر جو سائين ھيو نہ چاٽان ڪاڪ ڪاري وئين ڪري

☆ ڏئي بدن ڪي باھ عزمي
سر نہ ساڙيان چا ڪيان
وِھ لڳن تاھي وتاٽان ڪاڪ ڪاري وئين ڪري

# ڪافي 108

در تنهنجي تان اڳي ڪونہ ويندس اٿي
نيڻ مونڏي ڪٿي ڪل تہ مان پو اٿان

منهنجي هر عيب هر ڏوھ ڪي ليڪ ڏئي
منهنجي دل جا ڏٺي ڪل تہ مان پو اٿان

☆ هي مَنو منهن ڪٿي تو اڳيان چا چوان.
رحمدل يار توڪي ٿو پيرين پوان

مون خطا دار بيڪار انسان تي
مُهر پنهنجي هٽي ڪل تہ مان پو اٿان

☆ مون جڏهن ڪان ڏٺي تنهنجي ناراضگي
من مان ويو هر مزو تن مان وئي تازگي

اڄ اڪين ۾ پرين چو نہ پائي چڏيان
تنهنجي پيرن پٽي ڪل تہ مان پو اٿان

☆ مرض منهنجي ڪي چاٽين سچاٽين پرين
تہ بہ طبيبن ڏي چو تو آ ماٽين پرين

درد دل جي دوا ڏئي تہ تون پنهنجي ڏي
دل آ گهايل گهٽي ڪل. تہ مان پو اٿان

☆ ڏاڍو دلگير تي پيو هان دلجاءِ ڏي
پنهنجي محفل اندر عزمي ڪي جاءِ ڏي

جيڪڏهن مرڪ جي مهرباني ڪندين
وهم ويندا چٽي ڪل تہ مان پو اٿان

گمبت واري ادي هوت فقير اڄڻ جا احسان، جيڪو گنبذِ خضري
اڳيان هيءَ ڪافي جهونگاري منهنجي حق ۾ دعائون گهرندو رهيو.

# (جوابي) ڪافي 109

رات روئي ڪير منٿ محبوب کي
ائين لڳو ڄڻ تہ ناراض ٿيو ڪونہ هو
پاند پائي اڄڻ جي رڳو دير هئي
قربدارن جو پرچڻ ڏکيو ڪونہ هو

☆ مون شرم کان جهڪائي وڌو ڪنڌ کي
پاڻ مرڪي چيئون ڪر سڌو ڪنڌ کي
تنهنجون خاميون خطائون ڪبيون درگذر
آسرو ڇو تہ تون ڀي پليو ڪونہ هو

☆ پو وڏي نياز سان نِوڙي پنهنجون اکيون
پيار واري جي پيرنَ مٿان مون رکيون
منهنجي محبوب جا پير ويا هئي پُسي
مون بہ پاڻي اکين مان اگهيو ڪونہ هو

☆ دل بہ شڪران الله جا سوَ ڪيا
ديد لاءِ عيد تي جنهن ڏسي ڊوَ ڪيا
چار پيرا چميون ڏئي چيم او پرين
منهنجي دل کي بہ دلدار هيو ڪونہ هو

☆ عرض ڪيو مون خطا جو آ گهر آدمي
پر خدا واسطي ڪس نہ تون خادمي
محب مرڪي چيو : عزمي دلجاءِ ڪر
لسٽ مان تنهنجو نالو ڪٽيو ڪونہ هو

# ڪافي 115

هڪ ڀيرو مونڏي ڪڻ سهٽيون اکيون
پوءِ منهن ٻه متان تون ڏسي نه سگهين

پنهنجو موت وينو هان يار لڪيون
پوءِ منهن ٻه متان تون ڏسي نه سگهين

☆ تنهنجي موٽڻ تائين منهنجا مٺا
منهنجي قبر جا وينڊا گل ٻه سُڪي

نڪي لاش ٻه وينا هوندا رکيون
پو منهن ٻه متان تون ڏسي نه سگهين

☆ تنهنجي عشق جو ساڙيل سڙندو ويو
جيئري نه جگر ڪي باهه هئي

اڪ پوتڻ بعد ٻه باهيون بکيون
پو منهن ٻه متان تون ڏسي نه سگهين

☆ قدمن ڪي چميون ڏئي نيڻ چماڻ
هٿڙن ڪي چميون ڏئي زلف چماڻ

ويندي ويندي مٺا وچ چاهه چکيون
پو منهن ٻه متان تون ڏسي نه سگهين

☆ عزمي ڪي عطر چو لايو تا
آٽيو خاڪ پرينءَ جي پيرن جي

وچان ساميءَ ۾ سا خاڪ مکيون
پو منهن ٻه متان تون ڏسي نه سگهين

# ڪافي

اج ننڍڙن ٻارن وانگي ٻرين
ٽوري پيار تي راضي نہ ٿيندو ساڻ

هئين جانب جيڪي ڏينهن جُدا
ايڏيون قدمن ڪي مليون ڏيندوساڻ

☆ ايڏو ساهہ سڪايو ٿئي منهنجو
سڄي عمر چماڻ تہ بہ سڪ نہ لهي

جنهن ويل صدوري ايندين تون
اُن ويل تان صدقو ويندو ساڻ

☆ لاغرضن وانگي در تي بيهي
دلدار جو آڌر ياءُ نہ ڪجي

ڙڳو ٻڌڪ ٻڌان تنهنجي آمد جي
اڌ واٽ تي ڊوڙي ايندو ساڻ

☆ هن دنيا ۾ چڻ ٻيو پيرو
محبوب مري وري جيئان تو

رب خير سان آٽئي دير نہ ڪر
اهي پير بہ ڏوئي ٻيندو ڪر

☆ عزمي ڪان پڇڻ وارا تا پڇن
نذرانہ محبت چا ڏيندين

مسڪين هان مون وٽ ٻيو چاهي
سِر ساهہ سڄڻ گهوريندو ساڻ

## ڪافي 112

جيڪي گذريون هيون گهر ڪان
اهي ڪونجون ڪهي آيون

منهنجي نيڻن مان نيرن جون
وري ناليون وهي آيون

☆ عمر ساري سڪايل جي
چو ٽيون گهر جي متان گذرئون

متان روئي پوي ماندو
چريون سوچي نہ هي آيون

☆ ڪشالن ڏي نهاريائون
نہ ڪو ڏک سور ساريائون

تڏي ڪوسي هوا سِر تي
سيئي ڪلنڌي سهي آيون

☆ ڏکاريون مون ڏنيون ويندي
ايندي سرهيون نظر آيون

چمان ڇهنبون انهن جون، جي
عجيبن وٽ رهي آيون

☆ هي عبدالرحيم عزمي چا
ويچارو شعر مان چاٽي

ڏکي پئي چٽنگ ڪا دل ۾
سِٽون ازخود ٺهي آيو

# ڪافي 113

کھڙيون اکيون ڪٽي مان محبوب ڏي نهاريان
زم زم سان نيڻ ڌوئي ڪوجهيون اکيون اجاريان

☆ سردار سونهن جي سان
ڪيڏن سات ۾ مان سُونهان
هن سادڙي شڪل کي ڪٽي سؤ دفعا سينگاريان

☆ احسان ٿيا جڏي تي
مهمان ٿيا نڌي تي
محبوب جاڪٽوزي مُشڪن سان پير ڏُٺاريان

☆ پنهنجي ڏسان ڪکن ڏي
يا پنهنجي جانبن ڏي
چا تي ڪري وچاٽون دل جا ڏٽي ويهاريان

☆ جن لئي ها نيڻ ماندا
عزمي الله آندا
ڪنهن وقت ڪان وئي پيو سڏکي سِڪي گذاريان

# (سرائکي) کافي 116

تیکون سایا اے تیڈي گھر جا وڻ دا
میکون خطرا اے میڈي مرجاوڻ دا

☆ بس تئین وچ ساہ ھے میڈا
رب پاک گواہ ھے میڈا
تساکون کون پاوڻ دا

☆ کران زیارت دا رج سائین
میکون موقعا ڈي اڄ سائین
سور سڻاوڻ دا

☆ ھے سخت ضرورت تیڈي
احسان چا کر اڄ میڈي
دعوت کاوڻ دا

☆ سچا ھفتا مینھن وساوے
رب شال بھانا بڻاوے
تیکون ترساوڻ دا

☆ پیا روح غریب دا روسي
عزمي کون اُلکا ھوسي
تیڈي ول آوڻ دا

# ڪافي 115

هزار سيني ۾ سُور آهن، هڏايان کهڙا رهايان کهڙا
اکين ۾ دل ۾ جگر ۾ ٽاندا، وسايان کهڙا رهايان کهڙا

☆ وفا دعائون اکير الڪا
نياز منديءَ ۽ نيڪ جذبا
طرح طرح جا ڳڏيا مون تحفا کٽايان کهڙا رهايان کهڙا

☆ دماغ قيدي زبان قيدي
نگاهه قيدي سُڪونِ قيدي
اوهانجي زلفن جي قِيد مان پيي ڇڏايان کهڙا رهايان کهڙا

☆ ذڪڙ يا اوير اُتر کان ايندؤ
الائي اولهه طرف کان ايندئو
اوهانجي آمد جي لاءِ رستا سجايان کهڙا رهايان کهڙا

☆ گلاب رابيل رات راڻي
چنبيلي سورج مکي ۽ نرگس
اوهان پسند جا ٻڌايو گلڙا چڻايان کهڙا رهايان کهڙا

☆ هي شعر سُترا ٿيا نه آهن
انهن ته عزمي کان نند ڪسي آ
هي گيت ڪافيون غزل ۽ نغمان ڇپايان کهڙا رهايان کهڙا

# ٽيهہ اکري

## (الف)

الف: اسانجي رسول تي — مشتاق آ رب تعاليٰ
رکياڻين محبوب تي خود نوانوي نالا
نہ ٽيو آ ٿيندو نہ ٻيو شان ۾ هيئن بالا
عبدالرحيم محمدﷺ کي رب شان ڏنو اعليٰ
تون کڙا حوالا — کندين پيش کتاب ۾

## (ب)

ب — باري جيئن رکيو سندو نام آ بيپرواهہ
الف لام الف هئي — هي سهڻو نام الله
ميم حا ميم ۽ دال سان تيئن مير محمد شاهہ
ٻنهي ۾ شد آ ٻئي ريءَ نکتي وهواهہ
لاءِ منجهاران چاهہ — عبدالرحيم اکين تي

## (ت)

ت— توڙي خلقيا رب ٻيا ٻہ پيغمبر خُوب
آدم ابراهيم، اسماعيل ۽ يعقوب
عيسيٰ، موسيٰ نوح ۽ هُود شعيب ايوب
کنهن کي ٻہ نہ سوا لک مان رب سڏيو آ محبوب
سو راحت القلوب — عزمي آ هک مصطفيٰ

(ث)

ث- ثواب آ مصطفيٰ جا ڳائڻ ڳڻ اقدس
پنهنجي تعريف ڳرن سان هئا ڏاڍا قرب سندس
ڪيئن نہ حسان جي حق ۾ ڪٽي هٽڙا مقدس
ڪيائون ٿي دعا اللهم اَيد بروح القدس
ڳاء عبدالرحيم پيو بس- تون بہ ثنا سردار جي

(ج)

ج- جنهين جي انبياءُ پيي مجن غلامي
عرشي فرشي جنهن پرين جي در جا سلامي
چو نہ تنهين شاندار جي ڪجي ڪلامي
عبدالرحيم هِتي هُتي ٿيندو اِهو ئي حامي
فڪر نہ ڪر سامي - سرهاڻ ڪندو سبھڻو اچي

(ح)

ح- حضور جي ڏي خدا - محبت هيڪاندي
ثنا ڳائڻ ڪان زبان هجي ويل نہ شل واندي
اها ئي دربار ۾ فرياد اٿم آندي
گهرجي عبدالرحيم ڪي سون نڪي چاندي
دل هجي ماندي هردم پاڪ حبيب لئي

## (خ)

خ- خوبي ٻي نہ آ ڪا مون ۾ رب جاڻي
اهو عبدالرحيم تي آ رحم ڪيو راڻي
جو ٽوٽا ڦوٽا لفظڙا مڙيئي ڪم آڻي
رهيو هان رسول جي صفت واڪاڻي
ٽو هادي جا هاڻي - شڪر پڙهان هِن شعر ۾

## (د)

د- دروازي يار جي جو ڏنو آ رب ڏسُ
اول آء. محبوب ڏي اتان پرور پَسُ
سرنهه داڻي جيتري ڪانهي ڪنهن لاءِ ڪسُ
عبدالرحيم عجيب ريءَ ٽو هلي مُور نہ وسُ
تن جوانن کي آ جسُ - جن پنهل کي پنهنجو ڪيو

## (ذ)

ذ- ذرا محبوب سان پاتل رهي پيچ
جنهنجي حب حبيب سان ڪمايو تنهن ڪيچ
ڏسڻ ۾ ڏيرو هجي پر ناهي اُهو نيچ
چو نہ اهڙي محبوب جو ڳايان عزمي ڳيچ
ناهي جنهنجو ميچ - سموري سنسار ۾

(ر)

ر- رب شان عطا ڪيو تس ڪافي ڪشادو
جيئن تہ جتي سوڏو گهميو عرشِ پرين پيادو
ڪارايو خود عرش تي ڪيس خُدا ڪاڏو
اچا عبدالرحيم ڪيو عربيءَ ارادو
ويرم ۾ وعدو - والي ڪيو وَلسَوف جو

(ز)

ز- زياده آ گهٽي منهنجي حبيب جي هستي
دنيا مان جنهن دور ڪيو ظلم زبردستي
آڏو ڪئي عجيب جي منڪر جنهن مستي
عبدالرحيم انهيءَ جي تي باھ اندر بستي
بس جنت آ سستي- حبيب جي حبدار لئي.

(س)

س- سجڻ جي نام ڪي پڙڻ ساڻ تَڏي
صل الله عليه وسلم، جو لفظ نہ چار گڏي
اهو آ ڪنجوس پيل، اوطاقون اڏي
عبدالرحيم الله تو سخي تنهن ڪي سڏي
ادب ساڻ وڏي - جو وٺي نانءُ نبيءَ جو

(ش)

ش- شانائتي کي ڏنو الله پاڪ انعام
فرمايو فرقان ۾ الاهي احڪام
هڪبئي کي جهڙي طرح سڏيو تا سرعام
ونو منهنجي حبيب جو اهڙي ريت نہ نام
هي عبدالرحيم عوام- گهوريائين ڪل گهوٽ تان

(ص)

ص- صلوات حضور جي جيئڻ منو آ درود
ناهي وڌ ميناج ۾ مڪڻ ماڪي ڏُود
عبدالرحيم تئيم تو غم پڙهڻ سان نابُود
وڏي ڳالهہ تہ تو پڙهي اها عابد تي معبود
۽ مَلڪن ۾ موجود - اها وائي وات آ

(ض)

ض - ضديت ڪم آٽي چو هٿجي ويهي واتُ
خدا ڪان ناهي جدا منهنجو نُور حضور حياتُ
ڪلمون بانگ صلات ۽ ڏسو التحياتُ
عبدالرحيم الله آ پاڻ ڳنديو هي ساتُ
چَو تو هُو واهياتُ - جدا سمجهي سجڻ کي

## (ط)

ط- طالب دل کي سھڻي ريت ڪجي
ڪوڙيون دعوائون ڪري دل نہ پليت ڪجي
عبدالرحيم ائين جھڳو ڪين مسيت ڪجي
جنھن ۾ سڀ مطمئن تين اھڙي نيت ڪجي
پختي پريت ڪجي - مالڪ جي محبوب سان

## (ظ)

ظ- ظاھر باطني گھٽي يا ٿوري
رکي حُب حبيب جي - جو لونءَ لونءَ ۾ لوري
ٻچا ٻيو گھرگھاٽ ٿيون جند جان بہ جنھن گھوري
عبدالرحيم انھيءَ لئي ڪا ڳالھ نہ آ ڳوري
ٿنھن جوان جي لاءِ جھوري- کھڙي قبر قيام ۾

## (ع)

ع- عظيم الشان ٿي تو اسانجي قسمت
عربي گھوٽ اچي ويو آئي راڄن تي رحمت
ڏکر ڏسجي ٿي نہ ٿو نہ ذري ڪا زحمت
دم دم دعائون ٿي گھريون جنھن لاءِ ھر امت
نازل سا نعمت - ٿي عبدالرحيم اسان کي

## (غ)

غ – غنيمت نور جي امڙ کي تي عطا
ڏاڍا رنگڙا ڏيهه ۾ ڏينهان رات رتا
حورن جا هر هر اچي جيجل وٽ جٿا
عبدالرحيم الحمد جي لنوي لات لٿا
جهڪائي مٿا – سڀ واڌايون ڏيندا ويا

## (ف)

ف– فقير ڪتاب ۾ لکي چا خوشخط
گذريو گهوٽ جو معجزن سان جنم جويي وقت
جن مغرورن حاڪمن ظلم ڪيا تي سخت
عبدالرحيم انهن جو اونڌو تي ويو تخت
ابليس ڪٿي بدبخت چڪو چاليهه ڏينهن سزا

## (ق)

ق– قربان وڃانس جيئن نبيءَ نيڻ ڪٿي
نهاريو جنهن طرف ڏي جڏهن تاج ڏٺي
ڦٽا تازا ڦولڙا سهٽي سيڻ هٽي
پڪين پيي اڄ عيد ڪئي عبدالرحيم گهٽي
بڪڙي واه بٽي چون پيا سڀ چاهه مان

(ڪ)

ڪ- ڪريم جي ڪرم سان ٿيا سڀ ڪم سٺاوا
برڪت واري ٻُوند سان سُڪا ٿيا ساوا
عبدالرحيم عجب قسمين گاھ جهجها ڄاوا
گھوڙا، اُٺ، ٻڪريون رڍون ماڻيا ڏڻ ڳاوا
ڍور سيئي ڏاوا - چراگاهن ۾ چري

(ل)

ل- لکن ۾ مير سان ٿيا دلين جا سوڏا
زماني جا معتبر جوان وڏا جوڏا
حاڪم پيي هڪدم وينا واڄ ڪري گودا
ابوجهل پارا اچي بگڙيا بيهودا
چرڪي پيا شودا - عبدالرحيم انهيءَ دم

(م)

م- مقدر ٿيو جيئن حليمان جو عجيب
دنيا ۾ ڪنهن دائي جو نہ ٿيو هئين نصيب
نپايائين رب جو هٿن ساڻ
عبدالرحيم اڳي گھٽو هيس حال غريب
ماڻي محب مجيب - وڌي وئي وقار ۾

(ن)

ن— نہاڳين داين، جن رهايو راڻو
نالو ٿي تن جو تہ اڄ ڪونهي انڌو ڪاڻو
پايو پورل ڪان مٿي ندورن ناڻو
حليمان جي لاءِ هي خاص ڪُليو ڪاڻو
چاڙهيو جنهن چاڻو — عبدالرحيم اميد جو

(و)

و— وٽي نينگر منو هلڻ جي ڪيائين
ڪڪر ڇانوَ ڪندو هليو يڪو گهر تائين
ڪُڏڙا ڏئي ڏاچي هلي جنهن تي هئا سائين
عبدالرحيم اهو جڏهن رنگڙو ڏٺائين
ڏهہ ڏهہ ڏٺائين — مٿيون پوءِ محبوب ڪي

(هہ)

هہ— هِن تي وڏ قرب ٿيا ٻڌايان ڇا آنءُ
ڏاڍو پڪريس ڏيهہ ۾ نبيءَ سائينءَ جو نانءُ
حليمان هڪڙي تہ ڇا ٽريو هر ياتي جو هانءُ
اهڙو عبدالرحيم پو ڏنس ٻڪرين ڏانءُ
پريائين هر ٿانءُ — ڪير اجان نہ ڪٿي سگهيو

(لا)

لا- لکاپتين لاءِ جوش مان جي جاڳيون
عبدالرحيم امڙ کي چون پيون ساڳيون
پلا تنهنجا پاڳ ٿيا اسان اياڳيون
جو تہ اسان پنهنجون دليون لالچ سان واڳيون
منزلون جهاڳيون- پر فقط ڏوکڙ ئي ڦٻيا

(ء)

ءِ عجيب جو ڏيهہ ۾ کيو ويو ميلاد
عبدالرحيم اچي ويو سک وارن کي سواد
عشق وارن اهڙي طرح اڳڻ کيا آباد
غمن کان غمگينڙا عزمي ٿيا آزاد
الله کيو امداد- سهڻو هر هک سائل تي

(ي)

ي- يکو هر بيت ۾ لکيم شان رسول
ٿيهہ اکري مسکين جي کندا شال قبول
عبدالرحيم الحمدلله نعمت تي آ نزول
شان محمد جو لکڻ سهڻو آهہ اصول
محب کندو مقبول - اکرڙا اٽجاڻ جا

# داستان معراج

(1)

جبريل کي فرمايو جهانن جي ڏٽي وچ
معراج جو محبوب ڏي پيغام ڪٽي وچ
لبڙن کي لڄادار لئي ڪافور هٽي وچ
جاڳاءِ اهڙي ريت جو دلبر کي وٽي وچ
حورون به وني وچ جو هي مهمان عجب آ.
معراج جو ٻڌ عزمي داستان عجب آ

(2)

الله جي فرمان جي تڪميل ڪئي آ
تياري پو آتان جلد ۾ جبريل ڪئي آ
چيج چام لئي حورن جي به تشڪيل ڪئي آ
ڪمزورڙي بوراق جا اپيل ڪئي آ
سواري جو مليو تنهن کي شرف شان عجب آ
معراج جو ٻڌ عزمي داستان عجب آ

(3)

جنهن وقت ڪريمن جي قدم بوسي ڪيائين
آرام مان جاڳي پيو جهانن جو پو سائين
تعظيم جا هٿ جوڙي پيغمبر کي چيائين
چاهيو آ خدا پاڪ قدم عرش تي پائين
اڄ آندو اوهان لاءِ مون فرمان عجب آ
معراج جو ٻڌ عزمي داستان عجب آ

(4)

پوشاڪ پو جنت جي ڏڪي تيار نبي ٿيو
بوراق جي هُن واڳ وٽي سوار نبي ٿيو
مسرور به ڪيڏو نه اکين ٺار نبي ٿيو
اج مرتبي ۾ مان ۾ اظهار نبي ٿيو
ميزبان لکين پيا به هي ميزبان عجب آ
معراج جو ٻڌ عزمي داستان عجب آ

(5)

پهريائين پهرين ڪعبي ۾ لڄپال لٿو آ
نبين ۽ رسولن جو مڙيو جاٽي جٿو آ
پرين پيش امام، آ ته پٺيان سارو سٿو آ
ان مان به لڳو شان محمد جو ڪٿو آ
محبوب جو الله ڪانپوءِ مان عجب آ
معراج جو ٻڌ عزمي داستان عجب آ

(6)

ٽيا بعد ۾ ٻئي بيت مقدس منجهان راهي
سدره تي جلي پرٽيا ملائڪ جا سياهي
اڳتي پو اڪيلو ئي هلي پاڻ پيو ماهي
پورل نه پُليو ڪا تي ڪيائين نه ڪا ساهي
رف رف جي عجب سواري ۽ جهان عجب آ
معراج جو ٻڌ عزمي داستان عجب آ

(7)

جنهن وقت سجڻ سائين ستين فلڪ تي آيو
سوچيائين جُتي لاهيان حڪم ٿيو تہ نہ لاهيو
ہي چيز هيو موسيٰ اوهين دلربا آهيو
نعلين سان گهم گهوٽ اهو عرش آ چاهيو
ان تي بہ اوهاںَ جو اهو احسان عجب آ
معراج جو ٻڌ عزمي داستان عجب آ

(8)

الله سان گڏ سال اٺارهن هُو گذاري
ولسوف جي وعدي ۾ اسان توکي نہ تاري
ڏرتيءَ تي وريو واڳ وري خير سان واري
بدڪار اسان جهڙا اُتي پيو سنياري
امت جي مٿان محب مهربان عجب آ
معراج جو ٻڌ عزمي داستان عجب آ

(9)

ڪيڏي تہ مدت ڪانپوءِ پرين لهي پيو
در وارو لکن تا تہ ڪڙو لڏندو رهي پيو
پاڻي بہ وضو وارو اجان تائين وهي پيو
بستر هو گرم چا تہ اجان شان ٺهي پيو
هن ڳالهہ تي هر شخص ٿيو حيران عجب آ
معراج جو ٻڌ عزمي داستان عجب آ

(10)

هيءَ ڳالهہ ابوجهل ٻڌي چڙ مان چيو آ
صديقَ! تنهنجو يار ستو گهر ۾ رهيو آ
چئي ٿو تہ مون اج رات مٿي سير ڪيو آ
محبوب جي پياري ڪي قصو ڪن تي پيو آ
پريٿ ئي چيس آمنا ايمان عجب آ
معراج جو ٻڌ عزمي داستان عجب آ

## (سينگار)

(1)

زلفن تان صدقو وڃانءِ – جيڪي ويا هن وڪري
ڇڳون ڇهري پاڪ تي پيون ڪجهه ڪري
ائين ٿو محسوس ٿئي ڄڻ ڪينجهر تي ڪڪري
عزمي وئي نڪري – سين ڪان سبحان الله

(2)

ڇهري تان صدقو وڃانءِ – سُونهه جو آهين سمنڊ
چنڊ ڪان سهڻا ڪيئن چوانءِ ڇهري ڪي مان چنڊ
آهين عزميءَ واسطي مکڻ ماکي کنڊ
محبت وارو منڊ – مونکي هزارن ۾ تو هنيو

(3)

نرڙ تان صدقو وڃانءِ تنهنجو نرڙ بہ آ نُوري
پڳهر آيل پي وٺان جي ملي منظوري
سڄڻ سامهون ويهہ تون تہ ڪيان سڪ پوري
لهي مجبوري – عزميءَ جي هن اندر جي

(4)

پِرن تان صدقو وڃانءِ – اهي پِرون ڄڻ پالا
اهڙو ڪو اسرار ٿئي رکيو رب تعاليٰ
مون جهڙا مجبور پيو ڏَکين تہ بہ ڏالا
عزمي چئي اعليٰ – ڏاتر شان ڏئي ڇڏيئي

(5)

اکين تان صدقو وڃانءِ – جيکي هرڻي کان بہ وڏيون
کوهن تي بہ کهي ويون تو صفا ڇوٽ ڇڏيون
عزمي جي وس ۾ هجي تہ گهر سان گهر اڏيون
ديد سان ديد گڏيون روز وينو رچڙا کيان

(6)

لبن تان صدقو وڃانءِ نکي لائين تو لالي
گهرا پوءِ بہ گلاب کان اُتم هن عالي
کونهين عزمي ڇئي کڏهن کلڻ کان خالي
شل وڏاوئي والي – منهنجا کلڻا دلبر خوش هجين

(7)

ڏندن تان صدقو وڃانءِ جيکي موتين جا داڻان
مت نہ تنهنجي مرک جي مکڻ جا چاڻان
ائين عزمي سان هجين شل ريڏل تون راڻا
پين محبن جا ماڻان – تنهنجي تکڻ تان گهوري ڇڏيان

(8)

ٻانهن تان صدقو وڃانءِ تنهنجي لک لهي پئي لوڏ
لکن ۾ هک لال تون ٻيا کل ئي پايان کوڏ
عزمي ڇئي تو عجيب سان هلندي کنهنجي هوڏ
جيئن ڏرتيءَ کائي ڏوڏ – ائين دليون ڏوڏي تو وڃهين

(9)

هٿن تان صدقو وڃانءِ – اڄ سور سلڻ ڪي ڏي
سا دل سياٽي ڪير ڇٽي جا ڪپرن سان ڪيڏي
عزمي ڪنهن بہ علاج لئي وڃي ڀهڳڻ چو ٻي ڏي
اهي هٿڙا ڪر هيڏي- تہ مان ڇميون ڏيئي چاڪ ٽيان

(10)

پيرن تان صدقو وڃان تنهنجا پير پشم وانگي
عزمي جو ان شرف لئي تن من پيو تانگهي
نيڻ رڪان ٻئي راهہ ۾ وڇجانءِ اورانگهي
سڄڻ ڪنهن سانگي – اچي سُومرن ۾ سرهو ڪجانءِ

(11)

گهمڻ تان صدقو وڃان تنهنجو گهمڻ گهٽ ناهي
اهڙي ٽور تہ ڪنهن بني بشر وٽ ناهي
ڊيل بہ ريسون ٽي ڪري مور بہ مٽ ناهي
عزمي ڇٽ ناهي- مَٽ ڇوي تنهنجو مرر ڪي

(12)

گفتن تان صدقو وڃانءِ جيڪي گلقند ڪان بہ لذيذ
درد وساري ٽو ڇڏين پل ڪيڏو ڪو بہ مريض
رڳو عزمي لاءِ نہ پر- هر دل جو آن عزيز
هردم رب حفيظ- شل هوت حفاظت ۾ رکئي

# حالاتي شعر

(ٻوڏ 2010ع)

(1)

وهوا جو هيءَ ٻوڏ هئي – ٻيون بہ ڏنيون ٻوڏيون
چورن جون هِن وقت ۾ اُهي ئي هوڏيون
لنگهن تان لاهي ويا گنجيون ۽ گوڏيون
مهاڻن ماري وڏو جڏ کو نہ بچيون کوڏيون
ڏور ڏئي پيا پار تيون هُو پانهن وتن لوڏيون
اڄ مياڙون چو ڏيون– هو بہ واري جا محتاج هئا

(2)

وطن ڪارڻ لئي وجون تہ بہ لئيون ۽ بانا
عزمي عزت شان سان وٺن تا وانا
باقي بي ڏٽڪن مٿان ڏنڊيءَ جي ٿانا
هي جبل کي جانا – هٽندي کوڙ هجي پيا

(3)

وطن ڪارڻ واهہ جو خلق ڪٽي رولي
وچ وارن جي وات تي روزي رب کولي
سادن ماڻهن کي سڏي ٻڌائيون ٻولي
ٻڌن کي ٻرا ڏئي هُو يري ويا جهولي
عزمي شال الله ڏي عزت جي لولي
سائين ڪري سولي – هن قوم جو کهڙو حال آ

(4)

ڇڏيو آ امداد جي ماري مجبوري
خلق خدا جي ٿو ڏسان پنڻ ۾ پوري
ملي نہ ٿو مزدور جو ڪري مزدوري
هيل گجر يا موري ملڻ عزمي محال آ

## (اردو نعت جو رجحان)

(1)

جهڙي ٻولي ۾ ڪجي عزمي شان بيان
هو بہ مداحي حضور جو هئي بہ ان جو مدح خوان
ليڪن هڪڙي ڳالھ جو ٿيندو آ ارمان
ٻڌڻ وارا سڀ سنڌي تہ بہ اچي اردو دان
ماڻهن ۾ وڌندو ڏسي اهڙو روز رجحان
چوڻ ڪان چپ ٿي وڃي جي سنڌي ثناخوان
پو ڪنهن کي آ نقصان – جي ٻوليءَ جو ٻيڙو ٻڏي

(2)

اڳ ڪراچيءَ ۾ هيو اڄ هر هنڌ هي ماحول
سنڌي نعت نٿي وڻي رڳو اردو جو چوٻول
سنڌي تون نہ اسان ٻڌون، چا ٻڌندو استنبول
مونکي پيي مجبور ٿي لکڻو پيو هي ٻول
جهليو آهي جهول عزمي مون انصاف لئي

(3)

ٻاڻ پتوڙيندا وتن ٻوليءَ ڪاڻ اديبَ
اسانجو هي حال آ اسان تباهه ڪئي تهذيب
اردو وارا ٿا وجن – لئي هر تقريب
ٺناڪر ٿيا سنڌ جا عزمي اڄ بہ غريب
اهڙي ڪر ترڪيب – جيئن مولودين جو مُلهہ ٿئي

(4)

اردو ٻيي آ اکين تي ناهي اردو ڪان اعتراض
عزمي چانس جي ڪري ڇو ڇڏيان پنهنجو انداز
ڏٻي هر دم حاضري پوءِ جهڙو ٻيي آواز
ناهيان اردو آسري پل ٿئي نہ ٿئي پرواز
منهنجو سنڌي تي آ ناز – مان سنڌيءَ ٽان صدقو وڃان

(5)

ڇوڻ وارا سوچ ڪن تہ آ ٻڌڻ وارو ڪير
ڪنهن ڪنهن هنڌ ڏٺو اٿم اهڙو ٻيي انڌير
تيرے ميرے سمجهبو باقي ٻيو سڀ خير
وٽن ۾ ڪجهہ فرق آ ڪجهہ ڦڪين ۾ آ ڦير
هي عزمي تنهنجو شعر – ٻڌي ڪاوڙبا گهڻا

(6)

وڏڙن جو واهي خدا – اڄ ننڍڙن ڪي آ چاهہ
نينگر جا نخرا ڏسي ٿو ٺري سين جو ساهہ
سينئر سگهٽا وڃن – هُت روپين وارو واهہ
اهميت وارن جي نہ آ اهميت ڏس اونداهہ
عزمي هر همراهہ ـــ ٿو ڇوڪر تي پيسا ڇٽي

# ٻاهه ۽ پاڻيءَ جو مقابلو

ٻاهه ۽ پاڻيءَ پاڻ ۾ ڪيو هڪڙي ڏينهن جهيڙو
ٻاهه چيس تہ مان ڀلي تون لڳين ٿو ليڙو
سياري جي مند ۾ وڏي ڏس ويڙهو
عزمي چوڏس چُلهه جي آ ماڻهن جو ميڙو
تو ٺڏي ڪي ٺيڙو ڏٺي ڀري رکن ٿا پاڻ ڪان

## (پاڻيءَ جو جواب)

چيس پاڻي: او ڇري آ توکي سمجهايان
تون گوري ڪي گندو ڪرين مان چمڙي چمڪايان
ماڻهن ڪي مان ڏٺي تڙ تي ترسايان
گندڻ، مليون، مُورڪيون ڪڪڙا ڪارايان
عزمي وندرايان– چام ۽ نوريون چار سان

## (ٻاهه جو جواب)

ٻاهه چيس ڀلي ڀلي پنهنجا عيب نہ تو ووڙين
تون تہ مهاندا موج ۾ اچي ٻيڙا تو ٻوڙين
چور پاڻي توکي چون جڏ ڏوهه ڪري ڏوڙين
اَن فصل عزمي چوي لڪن جا لوڙهين
ٺماڙيون ٺوڙين – تون وستيون پائيندو وتين

## (پاٽي جو جواب)

چيس پاٽيءَ چڙ منجهان مُوذڻ مار نہ جَڪَ
غضب غريبن سان ڪري چو ڪالهہ جلايءِ ڪڪ
اچي عزمي اوچتو مان نہ ڳنديان ها ہَڪَ
جهوپا جهانگيئڙن جا ڪل ڪرين ها رڪ
اِنهيءَ ڪاڻ الڪ – توڪي پيدا ڪو نہ ڪيو

## (باهہ جو جواب)

باهہ چيس تہ برو نہ چئو آ متي منهنجو مانَ
لڙي ڏِس لوهار جو ڦيري ديد دڪان
ڪهاڙيون ۽ ڪوڏريون ڪيئَن سِرجي ٿو سامان
عزمي ۽ ٻيا ڪيترا گذجي ڪن گذران
مان ٿي پچايان نان – گهر گهر منهنجي گهرج آ

## (پاٽيءَ جو جواب)

چيس پاٽيءَ پُڻ نہ تون ٿيَ مون تي ڳالهہ ڪُٽي
مان نہ ٻني سيراب ڪيان فصل ڪيئن ڦُٽي
نان بہ پچي پوءِ اول منهنجي بُوند اُٿي
مونکي ووڙيندا وتن جڏ گرمي ساهہ گهٽي
ويٺي ڏند ڪُرٽي – عزمي آگ اِهو ٻڌي

(باھ جو جواب)

چڙ مان باھ چئي ڏنو تون متي ناھين مُور
جِن ملڪ مون مان جڙيا منھنجو ھيو نالو آ نُور
پورو پورو باھ آن ھي چوٽي آ مشھور
جوتيان جنگ اونداھ سان ھي ·منھنجو آ منشور
عزمي ضد ضرور چڏٿو پوندو آب کي
!

(پاڻيءَ جو جواب)

چيس پاڻيءَ! پڏٽي تون ڪھڙي شيءِ آھين
عزمي سڀ مخلوق جو آ ھڪڙو رب سائين
مجوسين ڪان چو مُنِي پاڻ تي پوڄائين
شيطانن ڪي چو نہ تي جيئري جلائين
اجان تي ڳائين — تہ مان ھھڙي تھڙي آھيان

(باھ جو جواب)

باھ چيس تہ برابر آ ڪِنن جو ڪرتُوت
اجايو اندر ۾ آ پُلين ڪي ھي پُوت
جيڪي پوڄين تا مونکي منھنجو تيندا ڪُوت
عزمي الله پاڪ آ لاشڪ لا يَمُوت
سُري ناھيان سُوت— پنھنجي عھد ايمان ڪان

## (پاڻيءَ جو جواب)

چيس پاڻيءَ چاهه مان، اڄ توکان سوين ڪبي
خواجا خضر. تو رهي هٿ حال حيات نبي
مون ۾ موتي اڻ ميا پون لال ليي
ڪيان پاڪ پليدن کي هي مون تي راز ربي
عزمي آڳ ٽبي — ڇوي توکان مان چڱي

## (باهه جو جواب)

باهه چيس ته بلند مان، منهنجا پتنگ پروانا
رڳو عزمي شعاع ٽئي تا مڙن مستانا
جائز سجدو سو نه آ جو ٻات ۾ ڏين ٻانها
روشن ڪاريءَ رات جو مان ڪيان آستانا
تپي تو طعنا — اجايو ڏين آڳ کي

## (پاڻي جو جواب)

چيس پاڻيءَ، جيڪڏهن مان نه هجان موجود
ساهه وارن جو ڪينڪي رهي ڪو به وجود
عزمي گل قل گاهه ٽين نيست ۽ نابود
تو مان ٽن تيار ڪيو جڏهن ڪان بارود
وڻي پلائي بهبود — هر هنڌ جاري جنگ آ

## (باهہ جو جواب)

باهہ چيس هيئَن بعد ۾ مُنهن ڪٽي مُرڪي
بجليءَ نانءُ بہ منهنجو آ مونکي بانور آ برقي
عزمي سائنس جي ڪري ٿي تيزيءَ سان ترقي
توانائي تيار ڪئي مون مان ٿئون حَرڪي
جڳ پيو جرڪي – آ منهنجي موجودگيءَ ۾

## (پاڻي جو جواب)

چيس پاڻيءَ چوڄ مان، نہ توکي اهميت خاص
انسانن وٽ ڪو نہ هو جڏ ٻارڻ جو احساس
بگهڙ جيئن انسان پيا کائن ڪچو ماسُ
عزمي پوءِ بہ وڏيا وسيا نہ ٿيا مري ناسُ
مونکي ڏي شاباس – مون زمانو زنده رکيو

## (باهہ جو جواب)

باهہ چيس بلڪل اها سوچ صحيح ناهي
تہ خاصي اهميت خلق ۾ منهنجي رهي ناهي
بنا مقصد ڪا هتي چيز ٺهي ناهي
ڪير تہ عزمي پير پر گهٽ ڏهي ناهي
وچ وهي ناهي – توکي اٽڪڻ جي اجان

## (پاڻي جو جواب)

چيس پاڻيءَ چپ ڪر متان هيهر ڪرين هوڪ
تون دوزخ ۾ دهڪا ڪندينءَ توڪان لِڪڻ گهرندو لوڪ
آبِ ڪوثر مان هوندس مون لاءِ عزمي سڀ پُر ذوق
نبين، ولين، ڪاملن شهيدن ڪي شوق
توتي هوندو طوق — پڃاڙي تائين پِنڪي جو

## (حل)

تون چا تون چا تي ائين وئي ويڙهه وڌي
پاڻيءَ پنج دفعا چيس ترڙي تيءُ تڏي
ليڪن تيز طبيعت جي رُڪجي پئي نہ ردي
عزمي پاڻيءَ پو اچي هِن جي حاج لڌي
الاءِ ڪاڏي آگ وئي جڻ آئي هئي نہ ادي
اهڙي ريت ردي — ڪيل ئي ختم تي ويو

# داستانِ ڪربلا

(1)

کھي ڪونڌ رسول جا ڏنا ڪوفين تماشا
هڪ ٻہ شادي گھوٽ جي ٻي ٻہ ٻہ لاشا
اڳي اصغر ويو ڪسي نہ ڪا ٻہ پُني آشا
ذڪر ڪيان چاٰ چا — عبدالرحيم امامن جو

(2)

عبدالرحيم امامن جو صبر ٻيي تان سُڻ
ڪيڏو ايذايو ويو منھنجو حسينڻ ڀھڳڻ
پوءِ ٻہ پليتن ڪي ڏنو جنھن پاراتو نہ پُڻ
وسائين واھڻ — وڃي دين جي واسطي

(3)

منھنجي حسين ڪريم جي صبر ڪانپوءِ دنگ
بدلجي ٻہ سگھي پيو عبدالرحيم ھي انگ
رضا تي راضي رھيا جيئن رڱگيءَ جو ھو رنگ
اسان ناڪارن جو ننگ — سھڻو حسين رکي ويو

(4)

سھڻو حسين رکي ويو ھي قائم رستو آ
ٻچا ۽ سر گھور ڪيو جنھن سارو دستو آ
عبدالرحيم اسلام لئي چا ڪيو ڏس تو آ
ويو ملي سستو آ — ھي دين اسان توکي ادا

(5)

تيرن جي برسات ۾ قرآن پڙهڻ واري
چمڪايو اسلام کي جانب جڳ ساري
سندس نقش قدم هلان رب جو دم جيئاري
محبت ۾ ماري - شل عبدالرحيم الله سائين

(6)

عبدالرحيم الله ڪري پُور اِهو پاڙيان
سڄو محرم محبن لئي لڙڪ ويهي لاڙيان
بنا حب جي زندگي سڄي کي ساڙيان
هيو نہ هٽي ڳاڙيان - لڙڪ بہ مون لاءِ لک آ

سرائڪي (7)

چا وچ اصغر مير ميڏا ڏون پاڻي ڊک پي آوي
ڏيک معصوم دي حالت کون رحم رليا ڪوئي ڪاوي
ڇهہ ماه عمر هي بابل دي ايڏا سور ڪيوين سر چاوي
عبدالرحيم تي ساريان کون اج صدقي بخشاوي

(8)

چاڪي گهوڙي اصغر کون امام حسين نڪل پيا
پاڻي منگيا وچ ڪوفيان کون سخت ڏمر حرمل پيا
اتلي تائين اوڏون تير آيا جو لڳ معصوم دي ڳل پيا
عبدالرحيم الله تي شهيد گلاب دا گل پيا

(9)

ڪربل والي شهيدان دي ڪيهي صفت سُڻاوان
قاسم دا ڏک جواني دا ڏوجها ڪُنڙا لهڪي لاوان
ڇهندي پاوي ڪوئي ميڪون - ميئن تہ غصي کون ڪاوان
عبدالرحيم امامان دي صبر تون صدقي جاوان

(10)

اوڏي اصغر دير ڪتي - ايڏي امڙي بهدي ڪڙدي
خير دي نال آوي لال ميڈا رو رب دا قران پئي پڙهدي
عبدالرحيم امڙ ڏيکي جڏان لاش معصوم پتر دي
ول ٻي صبر ڪن ڪم گهنندي نہ چنندي وال نہ رڙدي

# (اکين جا احسان)

(1)

سجڻ رات رُسي هليا پر روئڻ ريجهايا
عزمي مون بہ اکين مان واهڙ وهايا
ڪيا قربائتن ڪٽي سُڏڪا سجايا
جن پرين پرچايا - تن اکين جا احسان ٿيا

(2)

اکين جا احسان ٿيا ڳوڙها جن ڳاڙيا
وجڻ وارا وات تان لالڻ ٿئون لاڙيا
رسامي محبوب جي جيرا هئا ساڙيا
ويچارين پاڙيا - اکين قول عجيب سان

(3)

سجڻ رات رسي هليا ڏسي خاميون ڪوڙ
عزمي قدمن تي ڪري ڏاڍي ڪئي هٿ جوڙ
تہ متا مون مسڪين کي مارينندي مُنهن موڙ
پرين پيا بہ ڪروڙ - پڙ منهنجي دل جو تون ڏٽي

(4)

سڄڻ رات رسي هليا ڏسي عيب اپار
وجهي چار چتن ۾ چنڻ بيلس وار
ڏسي اهڙا وات تي عزمي جا اظهار
موڙي خاص مهار — محبوبن مرڪي ڏنو

(5)

محبوبن مرڪي ڏنو بخشي بڇڙايون
رسڻ جهڙا ڪو نه ها پر منهنجو مدايون
چيم جهڙا هون اسان تنهنجا ئي آهيون
عزمي اوٺايون — محبوبن ميڻيءَ ڇڏيون

## پارنهن سٽا

(مديني پاڪ جي ياد)

(1)

سڄڻ ڏي قافلو ويندي — سڄڻ اڄ ياد آيو آ
مديني پاڪ ڏي پنهنجو وڃڻ اڄ ياد آيو آ

چيو بس ۾ چوڻ واري ڏسو هُو گنبذ خضريٰ
درياءَ مان منهن ڪڍي درشن ڪرڻ، اڄ ياد آيو آ

دارِ محبوب هوٽل کان حرم جي واٽ پڪڙڻ لاءِ
زمادا محل ڪي اک ۾ رکڻ اڄ ياد آيو آ

گهٽي ٽريفڪ جي گهيري ۾ ڪراڙن هم رفيقن ڪي
ڪشادي روڊ تان هٿ ڏئي هلڻ اج ياد آيو آ

گهڙي ڪن رياض جنت ۾ ملي ٿي جاءِ مشڪل سان
نفل جي انتظاري ۾ ويهڻ اج ياد آيو آ

نهاريندي نهاريندي سڄڻ ڪان الوداعي ٿي
محل بن دائود ڪان عزمي ڏسڻ اج ياد آيو آ

(2)

سفينو ڀاڳ وارن جو مديني تيار بيٺو آ
مديني پاڪ جو ويتر اچي اوتار بيٺو آ

حرم ۾ خير سان پهچي وڃن مهمان مدني جا
جهلي جهولي هٿن ۾ هر سڄڻ دلدار بيٺو آ

وڃي پر سال پهتا ها سڀورا هيل ٻيي سنيريا
ڏسي پنهنجي نصيبن ڏي اکين ۾ نار بيٺو آ

نهايت عاجزي سان هي اسانجي التجا چئجو
دعا جي واسطي ڏگ ۾ اچي بدڪار بيٺو آ

منا مولود ڳائي پو اجازت ڏيان عجيبن ڪي
لکي تازيون سٽون عزمي اميدن وار بيٺو آ

(3)

وڃڻ وارا مديني جي گهٽين کي نيازڙا چئجو
حرم جي درين ديوارين ڇتين کي نيازڙا چئجو

ڏنم سعيو ڪري سجدو اُتي جاتي گنبذ سامهون
پڙهيم جن تي نمازون تن ٽڪن کي نيازڙا چئجو

بقيع ۾ با ادب ڏسجو ڪبوتر قرب اوريندي
ڇٽي اڏ سير ڪن اَن جو پکين کي نيازڙا چئجو

ٻڌو ٿم چئن طرفن کان ڇٽيون ٿيون چانوَ ڪن هاٺي
اڳي هڪ طرف خالي هو ڇٽين کي نيازڙا چئجو

مديني جي بهارن کي هوائن کي فضائن کي
گلستانن گلن ڇا پر ڪکن کي نيازڙا چئجو

الائي ڇا نہ ڇا عزمي چرين وانگي چئي ويو آ
اوهانجي دل گهري جن کي اُنهن کي نيازڙا چئجو

(4)

نبيءَ جي نعت خوانن جي حرم مان ڪالِ آئي آ
ڇپائون خلق پرَ ڪان يي گهٽي هن سالِ آئي آ

ڇيم شايد پلو ناهيان پلي وٽ تا پلا پهچن
رڳارڻ روح منهنجي کي اهائي ڳالهِ آئي آ

ثناگر هُو بہ سائين جا ثناگر مان بہ سائين جو
پسند محبوب کي منهنجي نہ شايد چال آئي آ

اميدون کو نہ تو لاهيان جو بُهگڻ ٻاجھ وارو آ
ندا ايندي ضرور ايندي نہ جا في الحالِ آئي آ

منو کوڙو هُتي کونهي سين لاءِ پيار ساڃيو آ
پرين جي پيار سان هر دل تي مالامالِ آئي آ

ڏسين تو ڏيھ ۾ عزمي رُ کا محبوب ماڻهن جا
شکر کر ذات ٻاڳن ۾ سخي لڄپال آئي آ

(5)

چيم دل کي چري دل چو سدورو سالُ وسري ويئي
نہ سنيت هئي نہ سعيو هو پلي کيو پالُ وسري ويئي

گهڙيءَ ۾ پاس ڏياري کيئن گهرائيندڙ گهرايو هو
کيئي جنهن هيڏي لڄپالي اُهو لڄپال وسري ويئي

ٻُبو روئڻ بنا ڏيندي ٻچي کي ماءُ ڀي کانهي
دنيا جي نفسانفسي ۾ گهرڻ ئي سوال وسري ويئي

ڏسي اڄ ٻاڳ وارن کي روانو ٿيندي روئين تي
سڄا ٻھ سال گذري ويا وڃڻ جو خيال وسري ويئي

کهڙي سوغات آندي تئي ٻچي دلبر تہ ڇا چوندين؟
کني ماحول ۾ عزمي سنو اعمال وسري ويئي

# نعت خوانن لاءِ

نعت خوان حضرات جي سهولت لاءِ فوڪ ڏنن جي فهرست پيش ڪجي ٿي ته جيئن هو شاعر جي منظوم پيغام کي آواز جو روپ ڏئي سگهن. (ادارو)

| | | |
|---|---|---|
| (1) | منڙي منڙي ڪلمي جي | منڙي، مرسل آئي خوشي ٿي |
| (2) | رب سائين کي سار | ادا ماڻهو نه مار |
| (3) | خدا دا نام گهنو | ڪل ٿي ڪني ٿي پڙهو لا اله |
| (4) | ڏٺي ڏر چڏيندس | ڪري جيئن به مولا سندس راز |
| (5) | ڏٺي لڄپال اسان جا | چار ڏينهن گڏ ڪاڏو هو |
| (6) | صلا لله سبحان الله | نئين |
| (7) | وڃي جهنگ جهر ۾ | سهڻا دل جو رکجاڻ ڏيان |
| (8) | چڏيو آ نه چڏٽو چاهه | رابيل جي گل جهڙو يار آ |
| (9) | اڳ اڳ ۾ رڳ رڳ ۾ | قسمت جا اٿي ميلا |
| (10) | ڏک ڏسين ته پو چئجاڻ | روئڻ مان واندو ٿيان ته بيو ڪجهه سوچان |
| (11) | بيا سور ۾ سات چڏيندءِ | جڏ سور ستائيندا ٿئي سردار کي |
| (12) | جيڪي جنت وارا انعام | توکي ساريان ٿو سنياريان سرڪار مدني |
| (13) | منهنجي شان واري نبي | پنهنجي نانوَ واري منڊي جاني |
| (14) | ڪير آجو ڪير آجو | ياد تيڏي ياد تيڏي شل نه ميڪون آوي |
| (15) | خود خدا جي به ذات | وڃي ڏيوس دلجاءِ دل نندي نه ڪري |

| | | |
|---|---|---|
| (16) | نبي خدا جو | نبيءَ جون نعتون پڙهو صلاتون |
| (17) | سونهہ وتي سنسار | چوڏاري چمڪار سجڻ تنهنجي شاديءَ ۾ |
| (18) | رحمت جو وسڪاروتي | واهہ منهنجي حبيب جو پيار گنهگارڻن سان |
| (19) | ان سائين ڪريم ڪي سارين نتو | پل تحفانہ موڪل مونڏي پرين |
| (20) | عشق نبي دل ۾ هجي | ماٺهو پلي سوَيارڪن |
| (21) | رب تارمان تنهنڪي تاريندو | جتي دل جي دولت جا مهجي |
| (22) | جڏ ڪوئي منهنجو ڪم | رب هڪ آ چوڻ حق تنهنجو بہ آ |
| (23) | سرور ڪائنات جو | اڄ لول يڏئي آمنہ |
| (24) | ماهتاب چوانٰ | بدڪارن جي گنهگارن جي |
| (25) | ڪيو نبي جو نام مولا | آ خدا جي مهرباني هر جهان جي مٿان |
| (26) | نہ رقيبن جو بہ رقيب | منهنجا مٺا مٺا مٺا نبي چام |
| (27) | منهنجي هن حال تي | چو تا ايڏو مونکي انتظار ڪرايو جاني |
| (28) | لڙڪ نوران يوهايا | گهمر نہ ڪولي وارڪارا دلربا |
| (29) | پنهنجي محب مجيب تان | منهنجو يار تہ آهي هتڙي |
| (30) | جيئن دنيا هلندي اچي | حاجي ادا هلندا هلو |
| (31) | ڪهڙي ڪيان ثنا سرڪار جي | چاهي رکيو ساري سنسار ۾ |
| (32) | نورٿون اعليٰ نور | پنهنجا ڪم ڪار ڇڏي اچ يار |
| (33) | آيو آيو حضور مڪي ۾ | ميڏا ماهي مکڻ دا چاٹا |
| (34) | تي جلوي نمائي عربيءَ جي | جڏ محب مڪي ۾ ايندا ويا |
| (35) | جشن ولادت زنده باد | سهندو ڪير ميار اويار |
| (36) | وسي رحمت پئي | نئين |

| | | |
|---|---|---|
| (37) | اج ٻال تا ٻلايون | پنهنجي نانو واري منڍي جاني |
| (38) | آيو ميلاد آيو | قيامت جي ڏينهن کير نہ کنهن کي ڪم |
| (39) | جن دعائون تي گهربون | رب ڪريم ڪکرآ جهلايو اسان پلئہ |
| (40) | جي ن هئي ها نبي اڪرم | مون سان جي نہ مليو دلبر |
| (41) | ائين عرش عظيم تي ويندو نہ | تنهنجي ڪاوڙ ۾ آ قرب گهڻو |
| (42) | جسماني وڃڻ ٿيو جناب جو | تنهنجي ڪاوڙ ۾ آ قرب گهڻو |
| (43) | سينگار ڪيو حورون | دل چاهين ٿي جنهن کي اهو يار ڪٿا ن آٽيان |
| (44) | عرش ڪئي آ التجا | اي شمر پنج منٽ پورا تون صبر |
| (45) | ياد ڪجو مسڪين جو پيغام | نالي منا تنهنجو ڏاڍو آ منو نام |
| (46) | جنهن ڪ يگهوٽ گهرندو | هي ٻي خدا جو آ هو ٻي خد اجو |
| (47) | دلبر نبيءَ جي وطن ۾ | هڪ سهڻو منهنجي نظر ۾ آهي |
| (48) | طيبہ جي بهارن ۾ | منهنجي قبر تي لکي ڇڏجو يار وفا نہ ڪئي |
| (49) | او غمتار مدينہ | مرڪي ڏک سهنداسين |
| (50) | جيءَ جياري ڏي | ڏينهن ٻلاري تي منهنجي پياري کي |
| (51) | ويٺي ان ويڳاٽي | ٻلي چين وارا ڏسي آ نظارا |
| (52) | پاڻ ڇڪي وٺو واڳون | بيدرد هي زمانو مل ٽڏي تہ ملان |
| (53) | پر ڏي خدا اڏري اچان | ويهہ نہ وڃ منهنجا منا |
| (54) | شان ۾ افضل شهر مدينو | سنڌي ٽوپي اجرڪ وارا جيئن |
| (55) | منظر ٻي ڪو اهو منظر | نئين |

| | | |
|---|---|---|
| (56) | ميڪون مدينا منور ڏکاوين | سپ تانگهون لاهي ڇڏجان، سڪينه |
| (57) | مديني ڏي ويندڙ | پنهل پاءِ ڦيرو منهنجا فقيائا حال ٿي |
| (58) | وڏي دل ڪي بهاري | علي اصغر الله ڏيئي حياتي |
| (59) | اسماعيل امر آيو آپڻ | قيامت جي ڏينهن ڪير نه ڪنهن ڪي ڪم |
| (60) | ماه مٺو رمضان مبارڪ | دام ۾ اڄ دلدار محمد سام پئي هڪ هرڻي |
| (61) | هر هڪ غم ٿو ٽاري | بيهي بيهي واٽ تي بابا |
| (62) | ادا روزي رکڻ وارا | ادا قاسم ائين جلدي اديءَ جي دل |
| (63) | تون غفلت ۾ رهجي وئين | جيڪي اڄ به الهم صل علي |
| (64) | هتي ڪجهه نه رهندو | هو ٻيو خدا جو آ. هي ٻيو خدا جو |
| (65) | مان خطادار مون کان روز | مڪي کان بعد مدينو به مٺو ڏاڍو آ |
| (66) | نبي جي چئن يارن جا | جيڪو محبوب ج يدر تان پني خيرات |
| (67) | سهڻي صحابن واري | قرب ۾ قيد ڪيو ٿي |
| (68) | آيا سائين ڏي ڪٺي سوال | ڇيو ذرتيءَ ڪي افلاڪ |
| (69) | آيو هڪ سوال ڪٺي سلمان | هتي رڳو ماڻهو ڪن تڪرار |
| (70) | اڄ واڳ مڪي مان واري | ڪٺي سانگ ڪيا سپ سولا اي مولا |
| (71) | پروانو مصطفيٰ جو حضرت اويس | سردار سات ڏيئي وڃجان ڏکي سفر ۾ |
| (72) | نانا سائين ملڪ ساري ۾ | اي شمر پنج منٽ پورا |

| | | |
|---|---|---|
| (73) | لکان شان ڇا مان حسينڻ | روئين ڇوڪرا اڄ ڇو ٿو |
| (74) | ڪوٺي ڪربلا جون ڳالهيون | پنهنجي نانوَ واري منڊي جاني |
| (75) | رونہ بابا رونہ بابا | ياد تيڏي ياد تيڏي شل نہ ميڪون |
| (76) | منهنجي پير اڳيان | بدڪارن جي عيبدارن جي |
| (77) | منهنجا دستگير مٺا • | منهنجي محبوب ڪي ڇوءِ سڪ ڏاڍي لڳي آهي |
| (78) | روضي ڏٺي جي باغ جا | ڇا لاءِ ٿو ڇنڊين ڇوهہ توڪي ڇانہ |
| (79) | متان ڇئين جيلاني | نہ ڳاهي مهيسر نہ ميهڙوئي تي |
| (80) | هي جمع جو ڏينهن | اي شمر پنج منٽ پورا |
| (81) | گهوٽ اڳيئي آهين | قسم خدا جو حيدر آ ڪائنات |
| (82) | شاديءَ جي شڪرانہ | رب ڪندو هن رات منهنجو سائين |
| (83) | سامهون وٺي ويهاريو | جڏهن اچئي جانيڙا موت منهنجي |
| (84) | مولا منهنجي سڄڻ ڪي | اديو نمنهنجا عربي اباٽا رات |
| (85) | رب سائين ڪان گهري سون | سڪ ڏاڍي لڳي آ او سڄڻ |
| (86) | احترام ڪندو ڪربابي جو | جڏ محب مڪي ۾ ايندا ويا |
| (87) | توتي مهروسي | اوٺي ترس تہ ڏيان وڳو نينگر جو |
| (88) | پٽيل پيءُ ماءُ جا آخر | هزارين قرب هادي جا |
| (89) | ڇڳائي ڪير ڇئي | ساڳي |
| (90) | هميشہ ڳالهہ هلڪي | ڏسڻ سان دل تي روشن ٿئي |
| (91) | ويا فيشن ڦري | ساڳي |
| (92) | خدا هاڻي قيامت ڪر | هزارين قرب هاديءَ جا |
| (93) | روپيا ڏئي وياج تي | ساڳي |
| (94) | وتن ٿا ڪير وارا پيي | ساڳي |

| | | |
|---|---|---|
| (95) | پيچ حال نہ ڪڙمت وارن جو | اوني ترس نہ ڏيان وڳو |
| (96) | خدا ۽ محمد اسان رنجايا | رهيو دين لٽجي سرعام لوڪو |
| (97) | تماشو تا ڏسن وينا | بندا بانور نہ ڪر آخر |
| (98) | امداد پنيان پيچ نہ | چا لاءِ ٿو چنديين چوهر |
| (99) | ڏڪا ڏوٽا ملڻ ڪان پوءِ | هزارين قرب هاديءَ جا |
| (100) | ڀهربون وار ورتم ڪاٽن | جڏ محب مڪي ۾ ايندا ويا |
| (101) | سج ادا اوڏهن | رحمت اللعالمين آندو وري رمضان ڪي |
| (102) | اڄ مينهن مونکي مرڪائي | لڙي محب منا ليو پائي وچ |
| (103) | محبوب، ناهي هت منهنجو | محبوب ميڏ ااڄ شام آسي |
| (104) | منهنجي مارن جون | اديون رات ملهير مان وئي آهيان |
| (105) | ڀل اوهين سرتيون | همسفر پنهنجو هجي دلبر باقي چاڪپي |
| (106) | جن مهمانن جي لاءِ | جڏهن اچئي جانيئڙا هوت منهنجو |
| (107) | چا ڏٺو هئي رات راٽا | سر راٽو |
| (108) | در تنهنجي تان اڳي | باغ ڏي ٿو وڃان گل گلابي وٺڻ |
| (109) | رتا روئي ڪيم منت | ساڳي |
| (110) | هڪ پيرو مون ڏي ڪڻ | اڄ قرب ڪري منهنجي ڪڪڙن |
| (111) | اڄ ننڊڙن پارڻ وانگي | تنهنجي ڪاوڙ ۾ آ قرب گهٽو |
| (112) | جيڪي گذريون هيون گهر | فقيراني طبيعت جو |
| (113) | کهڙيون اکيون ڪٽي مان | اڄ ڏئي ڪسن سياٽي تن جي پ |
| (114) | تيڪون سايا اي تيڏي | دل تي هت يار دل پئي ڏڙڪندي |
| (115) | هزار سيني ۾ سور آهن | عزيز مون کي دفن ڪري ويا |